# اڳوڻا

# ناميارا سنڌي

ترتيب:

عمرالدين بيدار

قيمت

Rs 15/=

ڪراچيءَ جو پهريون مسلمان ميئر

# قاضي خدا بخش مرحوم

برصغير پاڪ و هند جو هي ناموَر فرزند ارجمند سن ١٨٩٥ع ۾ مورو سنڌ ۾ پيدا ٿيو. سندن والد مولانا قاضي نبي بخش مورائيءَ کيس ابتدائي تعليم پنهنجي ئي مدرسي ۾ ۽ پوءِ سنڌي پرائمري اسڪول موري ۾ ڏني.

١٩٠٣ع ۾ سنڌ مدرسي ڪراچي ۾ پهرئين انگريزي ۾ داخل ٿيو. ١٩١٦ع ۾ بمبئي يونيورسٽي مان مئٽرڪ فرسٽ ڊويزن ۾ پاس ڪري، ڊي جي سنڌ ڪاليج ۾ داخلا ورتي. اتي هڪ سال پڙهي علي ڳڙهه ويو، جتان بي اي فرسٽ ڊويزن ۾ پاس ڪيائين.

سن ١٩١٩ع ۾ علي ڳڙهه اسٽوڊنٽس يونين جو وائيس پريزيڊنٽ ٿيو. هي اعزاز فقط هوشيار ۽ محنتي ڇوڪرن کي ملندو هو. الله تعاليٰ کين لکڻ ۽ تقرير جي گهڻي صلاحيت ڏني هئي، کين ٻه ميڊلس اعليٰ تقرير ڪرڻ ڪري مليا هئا. سن ١٩٢٠ع ۾ خلافت تحريڪ ۽ ترڪ موالات جو دور شروع ٿيو.

۱۹۲۱ع ۾ علي ڳڙهه ۾ مولانا محمد علي ۽ گانڌي مهراج آيا، جن زبردست تقريرون ڪيون ۽ ٽلتين ڏينهن ۾ علي ڳڙهه ڪاليج کي بند ڪيو ويو. جڏهن قاضي صاحب مرحوم انگريزي ۾ پنهنجي بي پناهه صلاحيت سان تقرير ڪئي، تڏهن شاگردن ۾ گهڻو جوش پيدا ٿيو، ۽ شاگردن پنهنجا سوديشي ڪپڙا لاهي ساڙي ڇڏيا، ۽ ڪاليج ۾ اسٽرائيڪ ٿي ۽ آخر ڪاليج بند ٿي ويو.

تنهن کان پوءِ، قاضي صاحب مولانا محمد علي سان گڏ هندستان جي ڪيترن شهرن جو دورو ڪيو ۽ تقريرون ڪيون. مولانا کين آل انڊيا ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽي جو ميمبر مقرر ڪيو. هي اعزاز هڪ ٢٦ سالن جي ڇوڪري لاءِ وڏو هو ۽ سڄي ڪاميٽي ۾ قاضي صاحب ئي نوجوان هو. مغفور مرحوم کي مولانا صاحب جو بي۔ اي ٿيڻ جو به شرف حاصل هو.

پاڻ سنڌ پرانشل خلافت ڪميٽي جو سيڪريٽري به هو، ۽ الوحيد جو ايڊيٽر به ڪجهه وقت رهيو. سال ۱۹۲۱ع جي آخر ۾ انگريز حڪومت جي خلاف بغاوت جي سلسلي ۾ هڪ سال جيل به ويو هو ۽ کين جيل ۾ قيد رکيو ويو.

آخر خلافت جو دور ختم ٿيو، مولانا محمد علي صاحب جي اجازت ۽ صلاح سان پنهنجي تعليم وري شروع ڪيائين ۽ ميرٽ لا ڪاليج ۾ داخلا ورتي، ۱۹۲٦ ۾ ايل ايل بي فرسٽ ڊويزن ۾ پاس ڪري ڪراچي ۾ وڪالت شروع ڪيائين. ٿوري ئي وقت ۾ وڪالت ۾

ايڏو وڏو نالو ڪڍيو، جنهن جو مثال ملڻ مشڪل آهي.

١٩٣٤ ۾ سر عبدالله هارون جي مقابلي ۾ ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن ۾ ميمبريءَ لاءِ اميدوار بيٺو. سر عبدالله هارون، سندن اهليت، قابليت ۽ هر دلعزيزي ڏسي دستبردار ٿيو ۽ پاڻ بنا مقابلي ڪامياب ٿيو. ڪراچي ۾ ان وقت سندن وڏو جلوس نڪتو ۽ انهيءَ سال بنا مقابلي ڊپٽي ميئر چونڊيو.

سن ١٩٣٥ ۾ ڪراچي جي واپاري حاتم علوي کي سخت شڪست ڏيئي ميئر چونڊجي ويو. سندن ميئري جي زماني ۾ ڪراچي ۾ گهڻا سڌارا ٿيا. انهيءَ سال ڪوئٽيا ۾ زبردست زلزلو آيو. قاضي صاحب ميئر رليف فند کوليو، جنهن ۾ ماڻهن دل کولي عطيات ڏنا ۽ پاڻ ٻه ٻه هزار رپيا امداد ڏنائين ۽ زلزلي جي مصيبت زدن جي وڏي مدد ڪيائون. ڪين نون گهرن ۾ آباد ڪيو ويو.

سن ١٩٣٦ع ۾ انگريز سرڪار کيس "سر" جي خطاب جي پيشڪش ڪئي، مگر پاڻ ونءِ کان انڪار ڪيائين.. وري کيس قيصر هند جي تمغي جي آڇ ٿي جا پاڻ قبول ڪئي. هي اعزاز تمام وڏو هو، هندستان ۾ ان وقت تمام ٿورن ماڻهن کي مليو هو، جيئن گانڌي مهراج، مسز سروجني نائيڊو وغيره.

سن ١٩٤٣ع ۾ سنڌ مدرسه ڪاليج قائم ڪري سنڌي مسلمانن تي وڏو احسان ڪيو. پاڻ سنڌ مدرسي بورڊ جو جنرل سيڪريٽري ٻه هو ۽ اهڙي طرح جناح

هاسٽل جو بہ سيڪريٽري هو.

سن ١٩٣٧ع ۾ ننڍي عمر جي ڇوڪرين لاءِ هڪ اصلاحي اسڪول جاري ڪيائين. هو مسلم جماعت جو باني هو، ۽ ڪيترا سال سيڪريٽري ٿي رهيو، جنهن جو صدر غلام حسين هو.

قاضي صاحب مرحوم جي ڪوشش سان مسلمانن جي تعليم لاءِ سنڌ محمدن ايجوڪيشن سوسائٽي قائم ٿي جنهن جو صدر سر شاهنواز ڀٽو هو ۽ پاڻ ان جو بہ سيڪريٽري هو.

سن ١٩٤٣ع ۾ مسلم ليگ حڪومت کين سنڌ جو پبلڪ پراسيڪيوٽر مقرر ڪيو. هي عهدو سندن آخري دم تائين يعني ٢٠ فبروري ١٩٤٤ع تائين رهيو. قاضي مرحوم هڪ بي باڪ مرد مجاهد، انگريزي زبان جو شعلہ بيان مقرر ۽ وڏو قانون دان هو.

سندن شاگرد هن وقت وڏن وڏن قانوني عهدن تي آهن. الله تعاليٰ کين تحرير جي طاقت بہ ڏني هئي. افسوس جو بي وقت موت کين مهلت نہ ڏني ۽ فقط ٤٨ سالن جي عمر ۾ انتقال ڪيائين. قدرت جي عنايت ڏسو تہ هڪ شخص ۾ اهڙيون صفتون ڪيتريون موجود هيون! سنڌ جو نامور اديب ۽ مفڪر خليق مورائي سندن وڏو پٽ هو.

............

# نواز علي خان نياز

نواز علي خان تخلص نياز جو اصل نالو محمد آچر خان هو. سومرا قوم مان هو. تاريخ ۱۸ آڪٽوبر سن ۱۸۹۲ع تي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. لائق استادن وٽ پڙهيو. مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان اڳ مدرسي هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ ماستر مقرر ٿيو.

شمس العلماءَ ڊاڪٽر دائود پوٽو ۽ خان بهادر ايوب کهڙو ان زماني ۾ اتي پڙهندا هئا ۽ هن جا شاگرد ٿي رهيا. ڪجهه وقت ماستري ڪرڻ کان پوءِ روينيو کاتي ۾ نوڪري ڪيائين ۽ اتان ترقي ڪندو مختيارڪار مقرر ٿيو ۽ انهيءَ عهدي تان پينشن تي لٿو.

هي هڪ با اصول ۽ محنتي عملدار هو. غريب غربي جي خدمت ۾ هميشه اڳيرو هوندو هو ۽ حساس طبيعت جو مالڪ هو. شعر و شاعري جي ذات کيس ننڍي هوندي کان مليل هوندي هئي. نياز سندس شاعرانو تخلص هوندو هو. سندس ڪلام ۾ اوچو تخيل ۽ شوخي گهڻي ياڳي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. سندس آواز مٺو ۽ سريلو هوندو هو. جڏهن شعر چوندو هو تڏهن پوري محفل تي

ڇانڪجي ويندو هو. انهن محسوس ٿيندو هو ته نياز سراپا عشق آهي.

سلاست، وضاحت، بلاغت، لطافت ۽ نزاڪت سندس شعر جون خوبيون آهن. نياز صاحب جي غزلن ۽ نظمن جو مجموعو ”تحفه نياز“ جي نالي سان موجود آهي. جو پنهنجي هٿن سان جيئري قلمبند ڪيائين.

حاجي محمود خادم سندس خاص رفيق ۽ ساٿي هو. بر صغير جو مشهور سنڌي شاعر هري دريائي دلگير سندس خاص شاگردن مان هو. هن صاحب سموري حياتي سنڌي ادب جي خدمت ڪندي گذاري، آخر ٢٢ نومبر ١٩٥٩ع تي وفات ڪيائين.

---

## ذڪر، دل جي بيمارين جو علاج آهي

ذڪر نه رڳو دل جي بيمارين جو علاج آهي، پر بدن جي ٻين مرضن جو پڻ شافي علاج آهي. اهڙو انڪشاف آمريڪا جي ”هارورڊ ميڊيڪل اسڪول“ جي پروفيسر ڊاڪٽر هربرٽ بينسن ڪيو آهي. پروفيسر هربرٽ دل جي بيمارين جو مشهور ماهر آهي ۽ ان ڏس ۾ ڏهن سالن کان تحقيق ڪري رهيو آهي، ته دل جي دٻاءَ کي ڪيئن گهٽائي سگهجي ٿو.

بوسٽن ۾ ڊاڪٽرن جي هڪ اجلاس کي خطاب ڪندي ان هيءَ ڳالهه ڪري سڀني کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو!

...........

# علامہ محمد معين

محمد معين بن امين قوم دل، ٺٽي جي قديم ملن جي خاندان مان صوفي، محدث، فلسفي، شاعر ۽ علامہ وقت هو. سندس والد محمد امين بہ وڏي علم وارو بـزرگ هو، جنهن ٺٽي جي مشهور امين ۽ وڏي شاعر مير فاضل خان جي گهران شادي ڪئي، جنهن مان علامہ محمد امين ١١ صدي جي پڇاڙي واري سال ۾ ڄائو.

شروعاتي تعليم ٺٽي مان حاصل ڪيائين ۽ انهيءَ زماني ۾ ولي‌الهند شاهہ ولي الله دهلوي جي علم جـو غلغلو دنيا ۾ بلند ٿي رهيو هو، جنهن ڪري علامہ معين علم حاصل ڪرڻ لاءِ دهليءَ جو سفر ڪيو. علامہ جي ذهانت ۽ فهم شاهہ صاحب تي تمام گهڻو اثر ڪيو، بلڪ ڪن مسئلن ۾ شاگردي جي زماني ۾ ئي سندس نرالي تحقيق هوندي هئي، جنهن ڪري شاهہ موصوف بي اختيار ٿي ڪين فرمائيندو هو تہ ”فقد رڪبت غضنفرا“ يعني تون پنهنجي تحقيق ۾ شينهن تي سوار ٿيو آهين.

دهلي مان ٺٽي ۾ واپس آيو تہ ان ڪان پوءِ بہ شاهہ ولي الله سان سندس ڪن علمي مسائل تي خط و ڪتابت جاري هئي. جيئن تہ حيات ولـي الله ۾ شاهہ صاحب جا اهي خط عربي زبان ۾ ڇپرا ٿيا[1] آهـن ، جي

علامہ معين ڏانهن وقت بوقت لکندو رهندو هو.

علامہ دهلي کان موٽڻ بعد تقليد کي ترڪ ڪري حديث تي عمل ڪرڻ جي دعوت ڏيڻ لڳو ۽ تقليد جي رد ۾ ڪي رسالا بہ لکيائين. محدث ۽ غير مقلد هجڻ سان گڏ هو تصوف جو بيحد عاشق ۽ دلداده هو.

صوفيانہ مسلڪ ۾ هو محي الدين ابن عربي جو تابع آهي. هو پنهنجي تصنيفات ۾ جا بجاءِ شيخ محي الدين جو نالو آڻي محظوظ ٿئي ٿو. خواب جي حالت ۾ شيخ سان پنهنجون ملاقاتيون ۽ مجلسون بہ فخـر سان بيان ڪري ٿو.

علامہ معين ڪن خيالن ۾ تفضيلي شيعن جو مونڊ هو، هو اهل بيت جي امامن جي عصمت جو قائل آهي. ۽ محرم جي ماتم کي هڪ خاص رنگ ۾ جائز چوي ٿو، جنهن بابت هڪ رسالي ۾ لکيل آهي، جنهن جو رد مخدوم محمد هاشم صاحب فرمايو آهي ۽ مخدوم صاحب تي وري سيد نجم الدين غزلت رضوي رد لکيو.

سيد نجم الدين، علامہ جو پاڻيجو، شاگرد ۽ وقت جو مشهور شاعر ۽ هڪ ديوان جو مالڪ ٿي گذريو آهي. علامہ معين اهڙن عقيدن هوندي بہ پاڻ کي شيعت کان بيزار سمجهي ٿو. ۽ محدث صوفي جو لقب پاڻ لاءِ ڪافي ڄاڻي ٿو. علامہ موصوف جي ذاتي خيالات ۽ اعتقادات کي سيد غزلت جمع ڪري هڪ رسالي جي صورت ۾ پڌرو ڪيو، مگر ان تي علماء ۽ عام ماڻهن

سخت روڪيو بلڪ حرمين مان هڪ ٺٽوي گهراڻي علامہ جي عقيدن جو رد ڪرايو. مخدوم محمد هاشم شروع ۾ علامہ جو شاگرد هو. مگر پوءِ پاڻ ۾ سخت مناظرو رهيو. مخدوم صاحب جن به رسالن ۾ علامہ جو رد ڪيو آهي. تنهن ۾ ادب ۽ فضيلت جو تمام گهڻو خيال رکيو اٿس. علامہ معين نقش بندي طريقي ۾ شيخ ابو القاسم نقش بنديءَ جو مريد هو، مگر عقيدن ۾ سندس مسلڪ جدا هو، هو. عام طرح اهل سنت جماعت جي عقيدن جي برخلاف، صوفين جي ڪشف کي قرآن ۽ حديث وانگي شرعي حجت سمجهندو هو.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ علامہ معين جي پاڻ ۾ گهاٽي دوستي هئي. شاهہ ڀٽائي وقت بوقت سفر ڪري علامہ معين جي ملاقات لاءِ ٺٽي ايندو هو ۽ ساڻس راتين جون راتيون ريهاڻين ۾ گذاريندو هو. ۽ ان زماني جي وڏي عالم حاجي فقير الله علوي سان به علامہ جا معتقدانہ ۽ مخلصانہ تعلقات هئا. با وجود محدث ۽ نقشبندي صوفي هجڻ جي به هو ڪڏهن ڪڏهن سرود ٻڌندو هو ۽ سماع مان لذت ۽ لطف حاصل ڪندو هو. علامہ معين جي علميت ڪري وقت جا حاڪم کيس تمام گهڻي عزت سان ڏسندا هئا. ۽ ڪيترا شاگرد وٽس فيض پرائڻ ۽ علم حاصل ڪرڻ لاءِ ايندا هئا. تاريخن جي ڪتابن ۾ علامہ جي شاگردن جي هڪ وڏي فهرست نظر اچي ٿي، جن ۾ پيا تہ نهيو پر شيخ محمد حيات سنڌي مدني به هو جو،

پنهنجي وقت جو مجدد تسليم ڪيو ويو آهي. تنهن به علامه ڪان شاهه ولي الله واري سلسله حديث جي سند حاصل ڪئي آهي.

سندس تصنيفات مان هيٺين ڪتابن جا نالا معلوم ٿيا آهن:

— دراسات اللبيب (رد تقليد ۽ عمل بالحديث. اهو ڪتاب ١٨٦٦ع لاهور ۾ ڇپيو هو، مگر هنوقت ناياب آهي)
— انوار المجد في منح الوجد — الخواطف
— رفع الاشڪال — ايقاظ الوسنان
— وحدت الوجود و الموجود (اهي سڀورا ڪتاب تصوف ۾ آهن) — الجوهر الثمين
— مصارحات التحقيق — رساله اعتدالات الاربع
— رساله في الڪي الطبعي
— المدرا رالديمة في تحرير حاشية القديمه
— حاشيه شرح زوراء
— حاشيه زبده المنطق (اهي سڀورا ڪتاب فلسفه ۽ منطق جي فن ۾ آهن)
— الابداح (في اصول حديث)
— الحق الصريح (سماع موتي)
— رفع العين
— نور العين (امام حسين جي ماتم جي جواز ۾)
— الحجة الجليلة (شيخين تي حضرت علي جي فضيلت

۾) ٻيا ٻه سندس ڪيترائي اعليٰ درجي جا ڪتاب آهن جي
دنيا جي بي قدريءَ سبب شايد ناياب ٿي وڃن. الحجته
الجليله ۽ نور العين ٿي مخدوم محمد هاشم ۽ مخدوم
محمد حيات سنڌي جا رد ۽ اهڙيءَ طرح دراسات اللبيب
جو جواب مخدوم عبداللطيف ٺٽويءَ لکيو. مگر طرز
تحرير ۽ انشاءِ پردازي ۽ عربي زبان ۾ ڪماليت جيڪا
علامه کي حاصل آهي، سا سندس ٻين معاصرين ۾ تمام
گهٽ نظر اچي ٿي.

علامه صاحب بلند پايه جو شاعر به هو. سيد علي
شير قانع مقالات الشعراء ۾ سندس بيان بي حد عقيدتمندي
سان ڪندي لکيو آهي ته هن جي ڪمالات علمي جي
آڏو شاعري جو رتبو بلڪل ادنيٰ آهي. تاهم ڪڏهن
ڪڏهن شعر ڏانهن توجه فرمائيندو هو. فارسي ۾ تسليم
۽ هندي ۽ سنڌي ۾ بيرانگي تخلص ڪندو هو.

آخر عمر ۾ هو دنيا کان دل کڻي گوشه نشين
ٿي ويو ۽ گهڻو وقت راڳ ٻڌڻ ۽ غور فڪر ۾ گذارڻ
لڳو ۽ ان ريت هو وڏي ڄمار کي پهچي هن دنيا مان
لاڏائو ڪري ويو.

سندس وفات جو به عجب واقعو ٿي گذريو آهي
رهڻ واري ڪوٺيءَ جي دروازي تي راڳ جي مجلس
ڪرايائين. جنهن ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي به موجود
هو ۽ پاڻ رخصت ڪري اندر وڃي کٽ تي سمهي پيو
۽ اتي ئي دنيا جي هن وڏي عالم جو روح پاڪ هميشه

واري دنيا ڏانهن هليو ويو.

ٺٽي جي مشهور شاعر محمد حسن ٺٽوي سندس تاريخ وفات ۾ هڪ ڏکهو مرثيو لکيو آهي، جنهن مان ڪي شعر هي آهن.

عارف دين معين حق مخدوم
انکه در عشق حمله تن دل شد
نور ذهنش بمشکلات علـــوم
در شب جهل بدر کامل شد
به نگاهي که کرد شاهد غيب
عين او گشت سوئي منزل شد
لا جرم سال فوت او گفتنـــد
قطره در بحيره و اصل شـــد

مڪلي تي سندس مرشد ابو القاسم نقشبندي جي پيرانديءَ کان پوريو ويو.

# شيخ محمد حيات سنڌي

محمد حيات ولـــد مـــلان ڦلاريو، عادل پور تعلقي گهوٽڪي ۾ پيدا ٿيو ۽ اڳتي هلي عرب ۽ عجم جي استاذ هجڻ جي عزت حاصل ڪيائين. جو انهيءَ زماني ۾ سنڌ مان سفر ڪري حرمين شريفين طلب علم لاءِ هليو ويو.

شيخ ابو الحسن محمد بن محمد صادق ڪبير کان علم حاصل ڪيائين ۽ سندس وفات کان پوءِ مسجد نبوي ۾ درس حديث ۽ وعظ جي مسند جو مالڪ ٿيو.

صبح جي نماز کان اڳ ۾ هميشه مسجد نبوي ۾ وعظ فرمائيندو هو، جنهن ۾ هزارين ماڻهو اچي شريڪ ٿيندا هوا. سندس خدمت ۾ شام، مصر، هندستان ۽ مراڪش جي سون علمائن حديث جي علم جي تحصيل ڪئي. سندس شاگردن جي فهرست تمام ڊگهي آهي، مگر مشهور مسلمانن مان تاريخ ۾ هيٺين ماڻهن جا نالا اچن ٿا:

شيخ احمد بن عبدالرحمان شامي، شيخ محمد سعيد صغير، شيخ عبدالقادر خليل ڪدڪ، سيد عبدالقادر بن احمد، سيد غلام علي آزاد بلگرامي، شيخ محمد فاخر الله آبادي ۽ شيخ ابوالحسن صغير، شيخ غلام حسين ٺٽوي مدني وغيره.

حجج الڪرام جي مصنف شيخ محمد حيات کي مجددن ۾ شمار ڪيو آهي. مولانا محمد فاخر الہ آبادي شيخ جي تعريف ۾ هڪ وڏو نظم لکيو آهي، جنهن جا ڪي شعر هي آهن:

باد بر روئي صفحه دوران
محفل آراء حلقه انسان
شيخ اسلام عصر علامه
در فنون حديث فهامه
هوشگاف دقائق ايمان

رازدان حقائق ايمان
رستہ از جس ربقہ تقليد
بستہ بر اجتهاد را مزيد
ان محمد حيات بخت بلند
بحديث نبي قومي پيوند
سرمن خاک پاء او بادا
جان من در رضا او بادا۔
(مثنوي زائر)

شيخ محمد حيات قرآن ۽ حديث ۾ ايڏو ملڪہ ۽ جتهاد پيدا ڪيو هو، جو هن کي تقليد جي ضرورت ڪانہ رهي هئي، جنهن ڪري هن عام ماڻهن کي عمل بالحديث جي دعوت ڏني ۽ ان باب ۾ هڪ رسالو بہ لکيائين ۽ سموري زندگي انهي مسلڪ تي گذاريائين.

شيخ محمد حيات جا مخدوم محمد هاشم ٺٽوي سان ڪن مسئلن تي مناظرا بہ رهيا آهن، ۽ هڪ ٻئي تي انهن بزرگن بي حد سنجيدگي سان رد ڪد بہ لکيا آهن. شيخ محمد حيات جي تصنيفات مان هيٺيان ڪتاب معلوم ٿيا آهن:

.... تحفتہ الانام في العمل بحديث النبي عليہ الصلات و السلام .
.... الايقاف علي سبب الاختلاف
.... شرح ترغيب ترهيب منذري
.... شرح اربعين نوري

.... رسالہ رد بدعت تعزيہ (ان ۾ علامہ معين تي رد لکيل آهي)

.... النهي عن عشق المردان و النسوان (عشق مجازي تي رد).

ان رسالہ جو گهڻو حصہ نواب سيد صديق حسن خان ڪتاب هدايتہ السائل ۾ نقل ڪيو آهي نواب صاحب ڪتاب اتحاف النبلاء ۾ لکيو آهي. تہ بعض رسائل شيخ محمد حيات فقير از مکہ مکرمہ آورده لله الحمد. ڪي رسالا جناب پير صاحب جهنڊه واري جي ڪتب خانہ ۾ بہ موجود آهن ۽ بلڪل ناياب آهن. شيخ محمد حيات اربع ڏينهن ٢٦ صفر سنہ ١١٦٣ هہ مدينہ منوره ۾ وفات ڪئي ۽ جنت البقيع ۾ هميشہ لاء وڃي آراميو. سندس شاگرد سيد غلام علي آزاد بلگرامي سندس تاريخ "رحلہ شيخي" مان ڪڍي آهي.

## مخدوم ابوالقاسم نقشبندي

ابو القاسم ولد نور الحق قوم درس ٺٽوي. شروع ۾ قرآن شريف ياد ڪري ظاهري علمن کان فارغ ٿي ٺٽہ جي مشهور عارف ڪامل مخدوم آدم جي صحبت ۾ تصوف جون منـزلون طيء ڪرڻ لڳو. مخدوم آدم

سندس قابليت ۽ استعداد ڏسي کيس حڪم ڪيو ته باقي منزلون وڃي شاه سيف الدين ولد عروه الوثقي خواجه محمد معصوم ولد شيخ احمد امام رباني سرهندي جي خدمت ۾ پوريون ڪري. ابو القاسم سنڌ مان ڪهي سرهند ۾ پهتو. شاه سيف الدين جي مٿس تمام گهڻي مهرباني ٿي. ظاهري ۽ باطني علمن جي مٿس پالوت ٿي. ڪجهه وقت کان پوءِ ننه موٽي آيـــو ۽ وري سندن خدمت ۾ ان ريت ايندو ويندو هو.

پوئين دفعه شاه سيف الدين چيس ته سنڌ ۾ وڃي نقشبندي طريقه کي رواج ڏيار. مخدوم ابو القاسم کي پنهنجي اصلي حيثيت ۽ درجو معلوم ٿي نه هو تـنهن ڪري عرض ڪيائين ته مان هڪ مسڪين ماڻهو آهيان مونکي ڪير پڙندو. شاهه سيف الدين چيس ته هن سامهون واري پٿر تي پوري طاقت، توجه سان نظر ڪر! اجان توجه ڪيائين ته پٿر ٽڪرا ٽڪرا ٿـي پيو. ارشاد ٿيس ته جڏهن تو ۾ ايڏي مخفي طاقت آهي ته پوءِ دير ڇا جي آهي ؟!

جنهن کانپوءِ مخدوم ابوالقاسم ننه ۾ پهتو ته سندس خدمت ۾ ماڻهن جا ميڙ اچي حاضر ٿيا. وقت جا وڏا وڏا علماءَ به سندس معتقد ۽ مريد اچي ٿيا. مخدوم محمد هاشم جهڙو وڏي مرتبه وارو عالم به سندس بي حد معتقد هو. سندس فيض جو آواز ننه مان نڪري ساري هندستان ۾ پهتو. دهلي جو هڪ وڏو امير محمد صديق نالي سندس خدمت

۾ رهــي ننڍ ۾ ئــي پنهنجا پسـاهه پـورا ڪيا. سورت ۽ احمدآباد ۾ سندن ڪيترائي خليفا هئا. ان زماني ۾ جي ماڻهو سرهــــند شريف ڏانهن سلوڪ لاءِ سالــڪ ٿيندا هئا تن ڪــي هڪ ئي جـواب ملـندو هو تہ ابو القاسم ڏانهن وڃو.

مخدوم ابو القاسم جون ڪرامتون ۽ خوارق عادات هزارن جي تعداد ڪي رسيل آهن جن ڪي علام معين ننوي جدا هڪ رسالہ جي صورت ۾ جمع ڪــيو آهي. ايڏي وڏي علم ۽ عمل جـــو مالڪ بزرگ ۷ شعبان ١١٣٨ هہ ۾ هــن دنيا فاني مان رحلــت فرمائــي ويو. سندس مقبره تي، جو قطعہ لکيل آهــي، ان جـو تاريخ وارو شعر هي آهي:—

بسال وصل او هاتف بفرمود
ابو القاسم سراسر نور حق بود
١١٣٨ هجري

## محسن ٺٽوي

محمد محسن ولد نور محمد صباغ سنڌ ۾ فارسي* جو باڪمال شاعر ٿي گذريو آهي. سندس والــد ريشم فروشي جو ڪم ڪندو هو. هو ننڍي ڄمار ۾ ابتدائي

تعليم حاصل ڪرڻ. وقت ٿي شعر موزون چوڻ لڳو هو.
ان ڪان پوءِ ٺٽي جي حاڪم مير لطف علي خان جي
صحبت ۾ رهي سندس طبع اصلي رنگ ۾ ظاهر ٿيڻ لڳي.

محسن ٺٽوي جو شعر مرزا صاحب ۽ خواجه حافظ
جي پايه کي وڃي پهتو. سندس همعصر شاعر ۽ غير شاعر
هن جي ڪلام کي نهايت شوق ۽ آرزوءَ سان نقل
ڪندا هوا. سنڌ مان نڪري سندس شعر دهلي ۽ دکن
تائين پهچي چڪو هو.

مير مقبل اصفهاني، جو ڪجهه وقت ٺٽي ۾ اچي
رهيو هو، ان کان ڪلام جي اصلاح ڪرائي پوءِ اڪثي
هلي پاڻ استاذي جي درجي کي پهتو. پنهنجي سموري
زندگي خوش باش ۽ سرشار انداز ۾ شاعرانہ وضع ۾
گذاريائين.

محبت اهل بيت جو تمام گهڻو متوالو هو. منقبت
۽ مدح ۾ سندس بي بها ۽ بي نظير قصيدا ۽ مثنويون
موجد آهن. آخر عمر ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي حاڪم
سنڌ وٽان کيس ماهوار پگهار مقرر ٿي مليو جو انهيءَ
زماني جا ١٥ رپيا هئا.

سندس تصنيفات مان هيٺين ڪتابن جا نالا معلوم
ٿيا آهن:

— عقد دوازده گوهر — طراز دانش
— ديوان قصائد — اعلام ماتم يا حملہ حسيني
— بياض محڪم ڪمال يا محڪ محسن

انهن ڪتابن مان محڪ محسن ڪان سواءِ ٻيا سمورا ناياب ٿي ويا آهن. محڪ جو هڪ نسخو نثر ۾ موجود هو. محسن جي نظم ۽ شعر جا نمونا مقالات الشعرا ۾ موجود آهن جنهن مان هن جي شاعري جو بلند مرتبو معلوم ڪري سگهجي ٿو. افسوس جو هي شيرين مقال شاعر جواني جي زماني ۾ ٢٠ شوال ١١٦٣ هه ۾ هن دنيا فاني مان رحلت ڪري ويو. سندس فرزند غلام علي مداح تاريخ وفات هيٺين آيت شريف مان ڪڍي آهي.

ان رحمة الله قريب من المحسنين

## حاجي فقيرالله علوي

حاجي فقير الله بن عبدالرحمان حنفي جلال‌آبادي شڪارپوري. حاجي صاحب جلال آباد (افغانستان) جي هڪ ڳوٺ روتاس ۾ ڄائو. سندس سلسلهٔ نسب امام محمد بن حنيفه سان ملي ٿو.

ظاهري علومن کان فارغ ٿي شاهه محمد مسعود پشاوري ۽ حاجي محمد سعيد لاهوري کان خرقهٔ خلافت ڏڪيائين ١١٥٠ هه ۾ پنهنجي وطن مان هجرت ڪري شڪارپور ۾ اچي رهيو. ظاهري علمن جي تعليم سان گڏ باطني علومن جو به درس ڏيندو رهيو. ۽ هزارين

ماڻهو سندس ظاهري ۽ باطني علمن مان فائدو پرائڻ لڳا حاجي صاحب جي زندگي جو وڏو حصہ بار بار حرمين شريفين جي سفر ۾ گذريو ۽ ان زمانہ ۾ جڏهن سفر جون ڪنهن بہ قسم جون سهولتون ڪين هيون تڏهن بہ ے دفعا حرمين جو سفر ڪيائين جو گهڻو ڪري ايراني نار کان پوءِ يين مان لنگهي حجاز ويندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن سورت بندر تان بہ ويندو هو.

سنڌ جي حاڪمن مان ميان سرفراز خان ولد ميان نور محمد خان ڪلهوڙه سندس بي حد معتقد هو ۽ وقت بوقت حاجي صاحب جي خدمت ۾ سوکڙيون ۽ تحفا موڪليندو رهندو هو. اهڙي طرح بلوچستان جو خان مير نصير محمد خان براهوئي والي قلات بہ سندس مريدن جي زمره ۾ داخل هو. سنڌ تي انهي زماني ۾ احمد شاه ابدالي جي ڪاهہ تي تہ هن ڪي بہ حاجي صاحبؒ جي روحاني ڪشش گهلي سندس خدمت ۾ آندو. احمد شاهہ وفات تائين حاجي صاحب جو معتقد تي رهيو ۽ ان کان پوءِ احمد شاهہ جو فرزند تيمور شاهہ بہ سندس مخلصن جي حلقہ ۾ شامل هو.

حاجي صاحب اگرچہ چشتي طريقن ۾ مريد ڪندو هو ۽ چشتي طريقن ۾ کيس شيخ محمد مسعود کان سواءِ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي کان بہ اجازت حاصل ٿيل هئي ۽ هڪ وڏو عارف ڪامل هو مگر سندس زور اتباع شريعت ۽ سنت جي زنده رکڻ تي هو. هن حديث

جي علمن جي پهريان سند ۽ اجازت مخدوم محمد هاشم
کان حاصل ڪئي ۽ انان پوءِ مڪ شريف جي سفر ۾
دوباره، سدي طرح مخدوم صاحب جي، شيخ سيد عبدالقادر
مالڪيءَ به ورتي.

حديث جي اتباع ڪري ڪن مسئلن ۾ هن جو
پنهنجو جدا مسلڪ آهي. اگرچه هو هڪ وڏو صوفي هو
۽ محي الدين ابـن عربي جا ڪتاب مطالعه هيٺ رهندا
هوس، جن ۾ همه اوست جي مسئله جو بنياد وڌل آهي
۽ علامه معين ٺٽوي همه اوست جي نعره کي بلند ڪرڻ
وارو به سندس دوست ۽ مخلص هو، پر ان هوندي به
حاجي صاحب تـصوف جي راه رسم ۽ ظاهري علومن
کان سواءِ عمليات جو به وڏو ماهـر هـو. ۽ سندس
عمليات جو تاثير تمام جلد ظاهـر ٿيندو هـو. هن کي
ڪتابن جمع ڪرڻ جو بي حد شوق هـو جنهن ڪري
سندس ڪتب خانه ۾ عرب عجم جا ناياب ڪتاب اچي
جمع ٿيا هوا. انهن سڀني ڪمالات هوندي هو هڪ وڏو
شاعر به هو. سندس ڪن شعر فارسي ۽ عربيءَ ۾ نظر
مان گذريا آهن جي سندس پختگي ۽ قادر الڪلامي تي
دلالت ڪن ٿا.

حاجي صاحب جي تصنيفات مان هيٺين ڪتابن جا
نالا معلوم ٿيا آهن:

١- قطب الارشاد ٢- طريق الارشاد ٣- جواهرالاوراد
٤- تڪميل المومنين والاولاد ٥- فتوحات غيبيه شـرح
عقائد صوفيه ٦- فتح الجميل في مـدارج التڪميل

٧- فتوحات الهي ٨- براهين النجات من مصائب الدنيا والعرصات ٩- منتخب الاصول ١٠- وثيقت الاكابر ١١- قصيده مبروره ١٢- مڪتوبات.

حاجي صاحب ٣ صفر سنه ١١٩٥ ھ شڪارپور ۾ وفات فرمائي. سندس شاگردن مان حڪيم سيد محمد وفا لکـوي قطعہ تاريـخ وفات لکيو جـو سندس گنبذ تي ثبت آهي.

ولي غوث خـدا حاجي فقيـر الله
شده بخلد مرجـع نشين الي الدهر
وفاء وشب وتاريخ وقت وسال وصال
بگو سيوم صفر و نصف ليلت الاحد

١١٩٥ هجري

## مير علي شير قانع

سنڌ جو زنـده جاويد شاعر ۽ سنڌ جي ناالي کي زنده رکندڙ بزرگ سيد علي شير قانع ولد مير عزت الله ٺٽوي شکر اللهي سادات جي خاندان مان ١١٤٠ هجري ۾ تولد ٿيو.

ابتدائي تعليم کانپوءِ علامہ معين ۽ مخدوم رحمت الله ٺٽوي وٽ تعليم حاصل ڪري سنڌ تي پنهنجي قابليت جو سڪو ويهاريائين. مير قانع ننڍپڻ کان وٺي موزون

طبع جو مالڪ هو. ٻارهن سالن جي ڄمار ۾ ئي شعر موزون چوڻ لڳو هو. اوائل جواني ۾ هڪ لک ويهه هزار شعرن جو ديوان تيار ڪيائين. مگر پوءِ اهڙو ڪو پور پيس جو اهو سمورو ديوان دريا داخل ڪري ڇڏيائين.

ٻن سالن جي خاموشي کان پوءِ استاد وقت مير حيدر الدين ابو تراب ڪامل جي صحبت ۾ رهي سندس ارشاد موجب دوباره زبان گويائي جي کوليائين. مظهري تخلص سان شعر موزون ڪرڻ ٿيو، ان وقت سندس ڄمار ١٥ سالن جي هئي. ان کان پوءِ برابر نظم نثر ۾ لکندو رهيو تان جو سندس قابليت جو آواز ڪلهوڙن حاڪمن جي دربار ۾ پهتو. جن کيس گهرائي پنهنجو مقرب بڻايو.

ميان نور محمد ۽ سندس فرزند مراد ياب خان ۽ ان کان پوءِ ميان غلام شاهه جو علمي مصاحب ٿي رهيو. ميان مراد ياب خان جي تخت نشيني جي موقعي تي ٢١ شعر نعتيه لکيا اٿس جن مان ميان صاحب جي جلوس جي سال جون ٣ هزار ٣ سو ٦٣ تاريخون ملن ٿيون. اهو قصيده مقالات الشعرا ۾ نقل ڪيل آهي. مير قانع کان اڳ اهڙو قصيده اورنگ زيب عالمگير جي تخت نشيني وقت سيد محمد باقر گيلاني لکيو هو ۽ بس انساني طبع جو اهو هڪ معجزه آهي جو اماڻجي هڪ سنڌي بزرگ کان صادر ٿيو.

مير قانع کي تاريخگوئي ۾ الهامي دسترس هئي، شاعرانه صفات جو نه فقط ماهر هو پر موجد به هو. هن

جي شاعرانہ عروضي ڪماليت ڪي ڏسڻو آهي تہ سندس هيٺين مصرع ۾ ملاحظہ فرمايو: "بردرتو دولت نو آمده" هن مصرع کي جيڪڏهن گول دائره ۾ رکي ابتو سبتو ۽ وچوواڙي پڙهيو ويندو تہ ١٠ عروضي بحرن تي موزون ٿيندو. مصرع مان سنہ ١١٧٠هه ملي ٿو. انهي مصرع بابت مير قانع هڪ رباعي فارسي ۾ لکي سندس شرح ڪئي آهي.

قانــع ڪــہ بصنعتش بوده دست
ايـــن دائـــره عجيـــب بربست
يڪمصرعـــہ بـــحرده درو درج
تاريخ چنين کم از کسي هست

مقالات الشعرا ۾ اقرار ڪندي لکي ٿو تہ "فقيرا در صنعات غريبہ وايجاد آن بفيض الهام دستي تمام حاصل ست اگر بشرح آن پردازد نسخہ علاجده بايد" مير قانع جو سنڌ وارن تـي سڀ کان وڏو احسان سندس تاريخ "تحفتہ الڪرام" آهي.

سچ پچ تہ جيڪڏهن اڄ سنڌ وارن جي هٿن ۾ اها مختصر تاريخ نہ هجي ها تہ پوءِ ڪجهہ بہ نہ هجي ها. انهي تاريـخ جي روشني ۾ اسان قديم سنـڌ کي ڏسي سگهون ٿا. مگر افســوس هي آهي تہ انهي ڪتاب جو جيڪو نسخو بمبئي ۾ ڇپيو آهي سو بلڪل ناقص آهي يعني تہ تحفتہ الڪرام جو ان ۾ پهريون جلد موجود ڪونہ آهي. مڪمل نسخہ ٺٽي ۾ موجود هـو، مگر ١٩٣٥ع سال لاهور مان ڪي علم جا شائـق آيا ۽ گهري قيمت

ذئي سنڌ جي بد مذاق ماڻهن کي انهي نعمت کان محروم ڪري ڇڏيا ويا. سندس تصنيفات مان هيٺين ڪتابن جا نالا معلوم ٿيا آهن:

تحفة الڪرام ٣ جلد زينت الاخلاق (نظم)، نسخه غوثيه (نظم)، مڪلي نامه (نظم)، مثنوي ختم الملوڪ - قصه ...، زبده المقامات. زين الافڪار (نظم). تذهيب الطبائع مختار نامه - معيار سالڪان طريقت - مثنوي ڪرشمه قدرت، حديقه الاولياء - مثنوي قضا و قدر - شجره مشائخ - سياحت نامه - مثنوي ڪان جواهر - قصه ڪا مروپ - چهار منزله (نظم)، تزويج نامه حسن و عشق - رساله درصنائع و بدائع - روضه الانبياء (نظم) بوستان بهار - اعلان غم در ذڪر شهداء ڪربلا - مسوده حالات ڪلهوڙه نظم نا تمام - حالات ڪلهوڙه نثر نا تمام. لب لباب تاريخ ڪلهوڙه - رساله شرح معما ديوان قانع - مقالات الشعراء - انهن ڪتابن مان تحفته الڪرام ڇپيل آهي.

مختار نامه ٿني جي سيدن وٽ نظر مان گذريو. مقالات الشعراء جو به فقط هڪ نسخه مصنف جو دستخط دنيا ۾ موجود آهي. باقي بي تصنيفات مير قانع جي منفرد آهي. الي الله المشتڪي مير قانع مذهبا محب اهل بيت هو. پر ان سان گڏ صحابه ڪرام جي بيحد عزت ڪندڙ هو. سندس هڪ شعر آهي:

چو رافضي نڪنم سرد دل و بغض ڪسي
زچار يار دريـن دهـر گـرم محفل ماست

هن جي تصنيفات مان به ائين معلوم ٿئي ٿو ته

بيندس مذهب وقت جي حاڪمن ۽ سندس استاد علامہ محمد معين جهڙو هو. يعني تہ محبت اهل بيت سان گڏ صحابہ ڪرام جو ادب ۽ تعظيم بجا آڻي. مير قانع ٦٣ سالن جي ڄمار ڪي پهچي ١٢٠٣ هہ ۾ هن دنيا فاني جي مطالعي کان اکيون بند ڪري ويو. سندس تاريخ وفات هيٺين فقرن مان ملي ٿي: البشره بالجنته النعيم ابدا عليہ الرضوان.

# محمد علي سنڌي

محمد علي سنڌي تخلص مولوي. انهي بزرگ جو بيان سيد صديق حسن خان فارسي شاعرن جي تذڪره "روز روشن" ۾ فرمايو آهي. مگر ان ۾ هي ڏيکاريل ڪونہ آهي تہ ابتدائي تعليم سنڌ ۾ حاصل ڪري ان کانپوءِ پشاور، لاهور، دهلي ۾ تحصيل علم لاءِ سفر ڪندو رهيو. ان کان پوءِ پنجاب جي مشهور بزرگ خواجہ محمد سليمان تونسوي جي بيعت ڪري تصوف جو فرقہ خلافت ڪيائين.

آخر مرشد جي حڪم موجب ٿي سنڌ ندي جي ڪناري تي هڪ مکڏ (پنجاب) ۾ ظاهري ۽ باطني فيض ڏيڻ ۾ مشغول ٿيو. هن جي پرهيزگاري ۽ ڪمال هن حد کي پهتل هو جو ٣٦ سال لڳو لڳ عشاء جي وضو

سان صبح جي نماز ادا ڪندي هئائين. مڪيه ۾ ٿي ٢٩ رمضان شريف ١٢٥٣هه ۾ وفات ڪري ويو ۽ هڪ پورو "ديوان" غزليات جو يادگار ڇڏي ويو. نظم ۾ مولوي تخلص ڪندو هو. سندس ڪلام جو نمونو هي آهي:

شهيد تيرآن ترکم که از ابرو کمان دارد
خدنگ از شست آن خوردم که از مزگان
سنان دارد
زچشم مست بيمارم چه بيماري فزود آخر
بهر سويش که مي بينم هزاران کشتگان دارد
حديث حسن يوسف راکجا دانند اخوانش
زليخا را بپرس ازوي که صد شرح
و بيان دارد
خوش آن عاشق که از جانان رخ مهرو
وفا بيند
زيار خويش حيرانم نه اين دارد نه آن دارد
صبا با آن طبيب عشق حال مولوي برگو
که بس عمريست اين بيمار سر بر آستان دارد

## حضرت مولانا صاحب امروٽي

اسانجي سنڌ ۾ هن پوئين زماني ۾ جيڪي باڪمال

ماڻهو ٿي گذريا آهن، تن ۾ حضرت مولانا تاج محمود ولد سيد عبدالقادر امروٽي جنهن مرتبي جو بزرگ هو، انجو مثال موجوده زماني ۾ ملڻ مشڪل مشڪل آهي.

مولانا صاحب جي ولادت تعلقي روهڙي جي هڪ ڳوٺ ڳاڙهي موري ۾ ٿي. ابتدائي تعليم پنهنجي والد وٽان حاصل ڪري ان کان پوءِ پير ڀاڳاري جي ڳوٺ ۾ ڪجهه وقت فارسيءَ جا ڪتاب پڙهندا رهيا. عربي علمن جي تحصيل لاءِ جوانيءَ جي زماني ۾ مولانا حاجي عبدالقادر صاحب پنهواري (تعلقو روهڙي) جي درس ۾ داخل ٿيا، جتي درسي ڪتابن کان فراغت حاصل ڪري پنهنجي والد وٽان سلوڪ جي راهه رسم حاصل ڪرڻ لڳا. مگر سندن والد سنت ٿي هن دنيا مان رحلت فرمائي ويو. ۽ کين اشاري طور فرمائي ويو هو ته سند جي اپرندي ۾ هڪ فيض جو صاحب، ولي ۽ وقت جو قطب آهي، انهيءَ جي خدمت ۾ وڃي، روحانيت جا سبق حاصل ڪج.

حضرت مولانا صاحب دل ئي دل ۾ انهيءَ بزرگ جي خدمت ۾ پهچڻ لاءِ خيال ڪندا رهيا ته اوچتو هڪ رات خواب ۾ انهي بزرگ جي تصوير به ڏٺائون جنهن کان پوءِ ميرپور ماٿيلي تعلقي جي ڳوٺ پرچونديءَ ڏانهن روانا ٿيا. جتي قطب زمان حافظ محمد صديق صاحب عام خلق کي فيض ۽ عرفان سان سيراب فرمائي رهيو هو. مولانا صاحب جن کي پرچوندي پهچڻ کان پوءِ معلوم ٿيو ته حافظ صاحب ڳوٺ سوئي شريف پنهنجي

مرشد جي درگاهه تي ويا هئا. اتان ڏي مولانا صاحب سنڌو سوئي ۾ آيا. درگاهه جي اڳوڻيءَ هڪ کوهه هو، اتي وضو سارڻ ويا ته پريان هڪ مرد ايندو ڏٺائون، جو هوبهو اهو هو، جو خواب ۾ ڏيکاريو ويو هون.

حافظ صاحب جي ديدار کان پوءِ دل کي اطمينان آين ۽ جنهن مطلوب جي ڳولا ۾ هو، اهو ملي ويو. مگر ڇا ٿيو جو انهيءَ وقت وچين نماز جو وقت هو، ۽ حافظ سگهورو آپ ئي ڇڙهي سنڌو پرچوندي هليو آيو. ۽ اسان جو حضرت امروٽي انهن ئي پيرن تي پيادل سندن پوئتان روانو ٿيو ۽ رات جي وقت پنهنجي مرشد سان ملاقات ٿيس.

حضرت امروٽي کي حافظ سگهوري وٽان خدمت ۾ رهڻ جو ارشاد ٿيو ۽ طرفين ڏانهن محبت جي جذبات جو اظهار ٿيو. چيو وڃي ٿو ته پورن ٤٠ ڏينهن جي صحبت کان پوءِ جو ڪجهه حاصل ڪرڻو هو، سو سڀ حاصل ٿي چڪو. ۽ حافظ سگهوري پنهنجي پياري ۽ بزرگ خليفي کي ارشاد فرمايو ته امروٽ ۾ وڃي رهه.

امروٽ تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ جهونو قصبو آهي جتي بزرگن جي وڏن جا مقبرا ۽ ڪجهه جايون هيون ۽ سنڌ جي رسم موجب بزرگن جي قبرن تي سخت بدعتون ٿينديون هيون، آس پاس جا هندو ۽ مسلمان پنهنجن ٻارن جون اچي جهنڊيون لهرائيندا هئا، مطلب ته انهي هنڌ قبر پرستي جو هڪ پورو مندر هو. بزرگ صاحب جڏهن امروٽ آيو، تڏهن بالڪل اڪيلو هو، ڪوبه

سائس سنگني ساٿي ڪونہ هو ، پاڻ سڀ ڪان پهريان مقبرن تي جيڪي بدعتون ٿينديون هيون، تن جي بيخ ڪني ڪيائون. اتي هڪ پنگ نوشي جو دائرو هو، تنهن کي بہ ويران ڪيو ويو.

هڪ زمين ٽڪرو مسجد لاء وقف ڪري شروع ۾ ان تي نماز پڙهائيندا رهيا ۽ ان وچ ۾ ڪي ٿورا فقير ۽ طالب علم بہ وٽن اچي گڏ ٿيا. مسجد پهريان جهوپڙي جي شڪل ۾ هئي. ان ڪان پوءِ حضرت پنهنجن هٿن سان سرون وجهي، پنهنجن فقيرن جي امداد سان هڪ ڪچي مسجد اڏائي، جتي پوءِ آهستي آهستي ذاڪر راڪع ۽ ساجد جمع ٿيڻ لڳا.

شهر جو زميندار، وڏيرو مستي خان دل هڪ نيڪ بخت درويش صفت زميندار هو ، تنهن گهڻي خواهش ڪئي تہ فقيرن جي گذران لاء ڪجهہ ڏيندو رهي، مگر هن متوڪل عارف شڪريہ سان انڪار ڪيو ۽ فتوحات غيبي جو انتظار ڪيو.

شروع وقت ۾ ڪي اهڙا وقت بہ گذريا جو فقط جهنگ مان سرهن جو ساڳ پٽي، ان کي خالي پائي ۾ رنڌي اهو کائي وقت گذاريندا رهيا، مگر پوءِ سٽت ئي سندن بزرگي ۽ ڪماليت جو آواز بلند ٿيڻ لڳو. ظاهري ۽ باطني علم جا طالب وٽن اچڻ ٿيا . ان ڪان پوءِ زمين آباد ڪرائي فقيرن ۽ مسافرن جي کاڌ خوراڪ لاء انتظام ڪيو ويو، ۽ فتوحات بہ ٿيڻ لڳي.

اتر سنڌ ڪان سواءِ بلوچستان ۽ پنجاب جا ماڻهو

۽ وڻن اچي راهہ خدا جـي طلب ڪرڻ لـڳا ۽ سندن روحاني تصرفات جو دور دوز اثر پهچڻ لڳو. قرآن شريف جي ياد ڪرائڻ لاءِ هڪ جدا ڪلاس کوليو ويو جنهن ۾ ڪيترا نابينا ۽ بينا شاگرد قرآن جي حفظ ۾ مشغول رهيا.

بزرگن ذڪر ۽ شغل سان گـڏ اتباع سـنت تي سخت زور ڏنـو ۽ پنهنجـي حلقـہ اثـر ۽ معتقدن مان بدعات کي بلڪل نابود ڪري ڇڏيائون. هميشہ وعظ ۽ تقرير ۾ سڀ کان وڌيـڪ زور سنت جي تابعداري ۽ بدعات کان بيزاري تـي ڏيندا هئا. خلاف شرع ڪو بہ ڪم ڪنهن کان بہ پسند نہ ڪندا هئا. پوءِ کڻي اهو عزيز هجي.

انهي زمانہ ۾ ڳڙهي ياسين تعلقہ جي هڪ ڳوٺ مان بزرگن ڪن سببن ڪري محرم جي ماتامين جو هڪ انڪاس ڪيرايو هو جنهن تـــي ماتامين وچـي پوليس ۾ رپورٽ ڪئي. حد جو سب انسپيڪٽر پوليس شيعہ هو. جنهن بزرگن کي اوچتو هڪ دوست وٽان موٽندي راه ويندي اچي جهليو. نظر بند ڪري رڪ ڏانهن وٺي ويو. ايتري ۾ تعلقہ جي زميندارن کـي خبر پئجي وئي جن وچ ۾ پئي معاملہ رفع دفع ڪرايو. مگر هن پوليس واري تي بزرگن جي بي ادبيءَ ڪري خدائي ڏمر نازل ٿيو جو ستت ئي نوڪريءَ کان برطرف ٿي جلنڌر جي بيماري ۾ گرفتار ٿيـو.

ڪترا ڏينهن امروٽ جي بزرگن واري مسجد ۾

پيو هوندو هو. ان ڪان پوءِ سنت ني فوت ٿي ويو. هڪ بدعت کي ناس ڪندي، بزرگن جي جهلڻ وارو واقعو عام مشهور ٿي ويو. ان ڪان پوءِ سعيد روحن جو وڏيڪ لاڙو ٿيڻ لڳو ۽ هزارن جي تعداد ۾ اجتماع ٿيڻ لڳا، خاص ڪري جمع ڏينهن پري پري ڪان پنڌ ڪري ماڻهو جمع نماز پڙهڻ لاءِ اچي گڏ ٿيندا هئا.

نماز جي پابندي جو ايڏو التزام هو جو سيڪنهن نئين وارد ڪان پهريائين جماعت جا فقير نماز جو سوال ڪندا هئا. ان ڪان پوءِ ڪيس ڪاڏو ڪارائيندا هئا. مرحوم منشي عبد الخالق شڪارپوري، جو هڪ اهل الله بزرگ هو ۽ زندگي جا پويان ڏينهن بزرگن جي خدمت ۾ گذاري اتي ئي فوت ٿي ويو، تنهن جو چوڻ هو ته بزرگن جو اصل مقصد هي آهي ته ماڻهن کي گهران ڪاڏو ڪارائي نمازي بڻائجي ۽ راه خدا ڏيڪارجي.

ظاهر ۾ ايڏي وڏي ٻه ڪا آمدني ڪانه هوندي هئي پر سوين ماڻهو ڪاڏو ڪائيندا هئا ۽ ياد خدا ۾ مشغول رهندا هئا. حقيقت ۾ بزرگ صاحب پنهنجي حياتي ۾ متئين مقصد ۾ بلڪل ڪامياب ٿي چڪو هو.

ساري دنيا جو مشهور ليڊر ۽ عالم مولانا عبيدالله صاحب مهاجر مڪي بزرگن جي خدمت ۾ ننڍپڻ جي زمانه ۾ آيو هو. اتي ئي پهرين شادي ٻه ڪيائين. امروٽ مان ئي دارالعلوم ديوبند ڏي تحصيل علم لاءِ ويو هو. جڏهن موٽي آيو تڏهن اچي امروٽ ۾ ڇاپخانه محمود المطابع نالي قائم ڪيائين. جنهن ۾ ڪي ڪتاب ٻه

طبع ٿيا. مگر پوءِ ستت ئي مولانا عبيد الله پير جهنڊه جي ڳوٺ جناب پير سيد محمد رشد الله جي مشوره سان مدرسو جاري ڪيو. سو، امروٽ وارو ڇاپخانو بند ٿي ويو.

بزرگ صاحب رحمت الله عليه جي روحانيت واري زندگي جو تبليغ اسلام وارو حصو تمام نمايان رهيو آهي. اسلام مسلمانن کي ته سيڪڙيائون پر ٻن هزارن جي تعداد ۾ غير مسلم به سندن خدمت ۾ حاضر ٿي حلقه اسلام ۾ داخل ٿيا.

پوئين زماني ۾ ملڪ ۾ شڌيءَ جي لهر لڳي ته ڪي نو مسلم به وڃي مرتد ٿيا، پر بزرگن جي روحانيت جو ئي اثر هو ته وٽن جيڪو به مسلمان ٿيو ٿي سو وري اسلام مان ڪڏهن به خارج نه ٿيو. تبليغ جي سلسله ۾ مخالفن جا ساڻن جهيڙا به ٿي گذريا. جيئن ته ڳڙهي خيري جمالي جي هڪ هندو فقير ۽ زميندار مهري مل جي فرزند اسلام آندو ته بزرگن تي هندن پاران صغير کي گم ڪرڻ ۽ ناحق بند جو زبردست جهيڙو ٿي گذريو.

ٻيو مقدمو هڪ هندو سوناري ڇوڪر جي اسلام آڻڻ ڪانپوءِ ٿيو. ان ۾ ڪن هندن حضرت صاحب تي باگڙجي اسٽيشن تي حملو به ڪيو هو مگر ٻنهي مقدمن ۾ فتح بزرگن جا پير اڇي ڇميا ۽ اهي ٻئي نوجوان ڀيريون شيخ عبدالله سکر ۾ باعيال عزت جي زندگي گذارڻ لڳو ۽ ٻيون شيخ نورالحق نالي عربي علوم

جو عالم آهي.

تبليغي زندگي کان سواءِ سندن زندگي جو وڏيڪ روشن پهلو مجاهدانه زندگي آهي. کين هميشه جهاد في سبيل الله جو شوق هوندو هو. ڪيترا گهوڙا سندن دوستن وٽ بيٺل هوندا هئا. هن ارادي سان ته ڪڏهن نه ڪڏهن اهي گهوڙا جهاد ۾ ڪم ايندا ۽ هميشه جهاد جي ڳالهين مان لطف اندوز ٿيندا هئا.

١٩١٩ع کان پوءِ جڏهن سنڌ ۾ خلافت تحريڪ شروع ٿي تڏهن جهاد جو روح وڌيڪ نمايان ٿيڻ لڳو. ڪيترن جلسن ۽ وعظن ۾ کلي طرح جهاد جو وعظ فرمايائون ۽ سنڌ کان ٻاهر بمبئي، دهلي، لاهور، عليگڙهه ۽ ڪلڪته تائين ملڪي هل چل لاءِ سفر ڪيائون. بلڪه ڪلڪته ۾ جمعيته علماءِ هند جي ساليانه اجلاس جا ١٩٢٢ع ۾ پريزيڊنٽ چونڊيا ويا.

جمعيته علماءِ سنڌ جي قائم ٿيڻ وقت کين صدر چونڊيو ويو ۽ پاڻ آخر دم تائين صدارت جا فرائض نباهيندا رهيا.

ساري سنڌ ۾ خلافت تحريڪ جي روح روان بزرگن جي شخصيت هئي جنهنجي دم سان هزارين ماڻهو جيلن ۾ وڃڻ لاءِ تيار رهندا آيا ٿي.

شريف حسين کي مڪه جي خليفه ٿيڻ لاءِ جڏهن سنڌ سرڪار هڪ ٽريڪٽ ڇپي ڪيترن علمائن کان دستخط ورتا تڏهن بزرگ صاحب رح مولوي دين محمد وفائي کي پاڻ وٽ رهائي ان جي رد ۾ "اظهار الڪرامت"

نالي هڪ رسالو لکرايو جو ڪيترن علمائن جي درستي ۽ تصحيح ڪرڻ کانپوءِ ملڪ ۾ مفت ورهايو ويو.

هلچل وارن ڏينهن ۾ باوجود بيماري ۽ نازڪ مزاجي ۽ وڏي عمر جي به سڀ ڪنهن مذهبي ۽ قومي جلسي ۾ اچي شريڪ ٿيندا هئا. پر ڪنهن به مريد يا دوست جي گهٽو ڪري دعوت قبول نه ڪندا هئا. اگرچه سندن مشتاق ان لاءِ ڏاڍا ستائيندا هئا.

آخر عمر ۾ براج واهن جي زد ۾ ڪيتريون مسجديون اچي رهيون هيون. امروٽ شريف جي بزرگ ترين هستي جو اثر هو جو سندس جماعت، ڪاڻي ۽ وارين مشينين اڳيان ستياگره ڪري مسجدين جو بچاءُ ڪرايو جي اڄ تائين يادگار طور براج واهن جي وچ ۾ ٿي موجود آهن.

اُهو زمانو هو جو بزرگن جي طبيعت شعر شاعري ڏانهن به مائل هئي. انهي زماني ۾ مثنوي يوسف زليخا کي سنڌي نظم ۾ ڇپائون جو پريت نامه جي نالي سان پهرئين دفعه سندس معتقد ۽ مريد وڏيرو حاجي محمد حاتم ڏهر ڇپارايو ۽ ان کانپوءِ منشي پوڪرداس پنهنجي خرچ سان بار بار پڻ ڇپارايو. هن ڪتاب ۾ عشق حقيقي جا ڪيترائي بي حد باريڪ نڪتا بيان ٿيل آهن.

امروٽ ۾ جڏهن محمود المطابع قائم ٿيو هو، تڏهن سوره ياسين ۽ سورت الرحمان جا ترجما ۽ تفسير پڌرا ٿيا جي جهوني سنڌي ڏوهڙن واري نظم ۾ حضرت صاحب امروٽ وارن جي تصنيف ...ل هئا. آخر وقت ۾ الهام الرحمان نالي قرآن پ... ... ترجمو ڇپيو جو خالص يا

با محاوره سنڌي زبان ۾ آهي. جنهن مان سنڌ جي هزارن ماڻهن کي فائدو ۽ فيض حاصل ٿيو آهي.

اهو سندن هڪ خير جاري آهي جو قيامت تائين رهندو ۽ هن کان پوءِ قرآن پاڪ جا جيترا به سنڌي ۾ ترجما ٿيندا تن کي هميشه لاءِ امروٽي ترجمہ مان فائدو وٺڻ جو احتياج پوندو رهندو. اهوئي ترجمہ قرآن پاڪ جي خادمن جو احتياج پورو ڪندو رهندو.

امروٽي صاحب جا بلند ترين اخلاق ۽ خدا ترسي ۽ ڪرامتن جا ايترا چشم ديد واقعا آهن جو جيڪڏهن ويهي انهن جي اپتار ڪجي ته دفتر پرجي وڃن. هي سندن زندگي جي مقدس داستان جو هڪ تمام ٿورڙو گوشو بيان ڪيو ويو آهي.

سندن خليفائن مان مولانا حماد الله صاحب هاليجوي، مولانا حاجي عبدالعزيز ترڳچائي، خليفہ حاجي محمد صالح بائجي. مولوي عبدالڪريم صاحب واعظ الاسلام ۽ ٻيا ڪيترا بزرگ هئا جي سدائين سنڌ کي پنهنجي برڪات فيض سان مالا مال ڪندا رهيا. حضرت صاحب امروٽ وارن جي مخلصن جي اڄ به هڪ وڏي جماعت موجود آهي. جيڪڏهن سندن حياتي بابت هر هڪ صاحب جدا جدا پنهنجي معلومات مرتب ڪري ته هڪ وڏو ڪارآمد ڪتاب ٿي پوي.

سنڌ جي اها بزرگ ترين ۽ فياض هستي هڪ بجي رات جو ٥- نومبر ١٩٢٩ع مطابق ٣- جماد الثاني ١٣٤٨ ۾ هن دنيا فانيءَ مان لاڏاڻو ڪري هزارن مخلصين کي

پنهنجي فيض ۽ هدايت کان محروم ڪري ويو. رحمة
الله عليه رحمة واسعة

حضرت صاحب امروٽي جي وفات تي سنڌ جي
ڪيترن شاعرن ۽ عالمن عربي- فارسي- سنڌي ۾ مرثيا
۽ قطعات تاريخ لکيا آهن جي اخبار الوحيد جي ١٩٢٩
جي فائل ۾ موجود هئا. جن مان مولوي محمد صاحب
بنوي (فاضل ديو بند) جا مرثيا ۽ قطعات بي حد قابل قدر
آهن. مولوي محمد علي (منشي فاضل ۽ مولوي فاضل)
ڪاڪيپوٽو ۽ مولانا محمد اسماعيل حودودي جو عربي
مرثيہ تعريف جي لائق آهن. ڳڙهي ياسين تعلقي جي
مولوي عبدالله صاحب فارسي ۾ هڪ قطع تاريخ وفات
لکيو هو جنهن جي هيٺين شعر جي پوئين مصرع مان
تاريخ جو ماده ملي ٿو.

از براء شاه کامل مهتر و بهتر نژاد
کرد رضوان "جاء اندر روضہ" دارالاسلام

١٣٤٨ هجري

امروٽي صاحب جنهن صورت ۾ پنهنجي حياتي ۾
ڏي دڪانداري نموني تي پيري فقيري جي گادي قائم رکڻ
جا مخالف هئا ۽ ڪين نسبتي اولاد بہ ڪونہ هو تنهنڪري
ڪنهن بہ خاص ماڻهو کي پنهنجي جاء نشيني لاء نامزد
ڪرڻ ڪونہ فرمايو هئائون. تنهنڪري سندن وفات کان
پوءِ شهر جي زميندار جي مشوري سان خانقاه جون
وقف زمينون، جايون ۽ مسجد سندن ڀائٽيي ميان نظام الدين
شاه جي حوالي ڪري هن صاحب کي ئي سجاده نشين

ڪيو ويو ۽ جماعت کي ذڪر اذڪار ڏسڻ ۽ مسجد جي امامت لاءِ مولوي حاجي عبدالعزيز صاحب مقرر ٿيو. مگر هڪ سال کان پوءِ مولوي عبدالعزيز صاحب کان استعيفا ڪري ڇڏي ويو ۽ ميان نظام الدين شاهه صاحب درگاهه جي خدمت ۾ مشغول رهيو.

# مخدوم عبدالواحد

حضرت مخدوم عبدالواحد سيوستاني سنڌ جي **متبحر** فقيه عالمن مان هڪ عالم ۽ اهل الله بزرگ هو. سندس ولادت باسعادت سنه ١١٥٠ هه ۾ ٿي. مخدوم صاحب پنهنجي وقت ۾ سنڌ جي سيني فقيهن ۾ ممتاز ۽ وڏي پايه جو عالم ليکيو ويو. جنهن ڪري کيس "نعمان ثاني" ڪري سڏيو ويندو هو.

پاڻ عالم باعمل ۽ عارف ڪامل، فتويٰ ۽ تقويٰ جا صاحب، ۽ ڪشف وارا بزرگ هئا. سندن فتويٰ جي اڳيان سندن وقت جا عالم بنا چون و چرا گردن خم ڪندا هئا. سندن شاگرد محمد افضل ناٿي سندن فتوائن کي گڏ ڪندو رهندو هو، جو "بياض واحدي" جي نالي سان سڄي سنڌ ۾ مشهور آهي.

حضرت مخدوم محمد عابد سنڌي سيوستاني ثم مدني انصاري خزرجي، (ولادت ١١٩٣ هه سيوهڻ ۾. وفات

۱۱۵۸ هه مدينه شريف ۾) جو انتهائي محدثين مان هڪ سر برآورده بزرگ ۽ استاذ الوقت ٿـي گذريو آهي، سو به مخدوم عبدالواحد بياض واري جي وقت جو هڪڙو طالب علم هو. مخدوم صاحب بياض واري جو ڏاڏو، مفتي عبدالواحد محمد عابد سنڌيءَ جي پڙ ڏاڏي، حافظ محمد يعقوب قاريءَ جو هم عصر ۽ سلطان اورنگ زيب عالمگير جي ايام سلطنت ۾ سيوهڻ جو مفتي هو.

مخدوم صاحب بياض وارو، مخدوم محمد انس نقشبندي راهوجو، مخدوم عبدالرحيم سيوستاني، قاضي محمد باقر پٽي، مخدوم عبد الحليم بن يوسف سيوستاني، مخدوم حامد بن كمال الدين بن صلاح الدين بوبڪائـي (مخدوم جعفر بوبڪائيءَ جو والد) ۽ قاضي اسماعيل بن نصير الدين متعلوي اهي سڀيئي بزرگ هڪ ٻئـي جا معاصر هـوا ۽ گهڻو ڪري سيوهڻ ۾ گڏ هوندا هئا.

مخدوم صاحب بـياض واري جون تـصنيفات تمام گهڻيون آهن، جن مان مندرجه ذيل تصنيفات موجود آهن: بياض مڪمل، دستخط ٽپال محمد افضل شاگرد حضرت مخدوم صاحب جو (هي پهريون ٿي نسخو بياض جو آهي جو سنڌ ن حاضري ۾ رهندڙ محمد افضل گڏ ڪيو هو، جنهن ڪان پوءِ ٻيا نقل ٿيا آهن)، حاشيه اشباه ونظائر، حاشيه در المختار، ديوان واحدي، انشاءِ واحدي، هي ڪتاب فارسي علم ادب جو هڪ بي نظير ڪتاب آهـي. منجهس علمي ۽ ادبي مضمون عجيب و غريب آهن. ڪيترا ئي مڪتوب منقوط ۽ غير منقوط، منقوط التحت ۽ منقوط الفوق منجهس ڏسڻ

جهڙا آهن.

پاڻ جهڙي طرح نثر ۾ قادر الڪلام هوا، تهڙا ئي نظم ۾ به. سندن ديوان هينئر ناياب آهي. مگر ڪجهه نمونو نظم جو موجود آهي، جو هيٺ ڏجي ٿو. خليفي فيض الله بن عبدالحڪيم جي ولادت جي تاريخ هن طرح نظم فرمائي اٿن. (هي بزرگ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جو پنجون ڏاڏو آهي).

صبح سعادت دميد باد صبا زد نسيم
روشن شد زان سبب خانهٔ عبدالحکيم
زاد زمي ارجمند راحت جان دلپسند
مظهر علم و عمل مصدر فيض عميم
داد ز تاريخ او هاتف غيبي ندا
مژده ز فيض اله باد به عبدالحکيم

۱۱۸۳ ھ

محمد افضل سندين حاضري ۾ رهندڙ سندن شاگرد پنهنجي دستخط بياض واحدي جي هڪڙي حاشيه ۾ لکيو آهي ته هڪ رات، حضرت مخدوم صاحب جن ننڊ ۾ اٿي ڪندي هڪڙو سڄو غزل نئين طرح پنهنجي تخلص سان چئي ويو، مگر پاڻ اٿين ئي ننڊ ۾ رهيا. انهي غزل جو پهريون شعر (تلهه) هي آهي:

عمر عزيز تو که بنقش و نگار رفت
نيکو نگاه کن که ز دستت چه کار رفت

۴ پويون شعر (مقطع) هي آهي:

بر واحدي در اين غــم رحمي نکرد کس
گوياکہ اهل رحـــم هم زين ديار رفت

حضرت مخدوم صاحب جن شعر ۾ واحدي تخلص فرمائيندا هئا. پاڻ بلڪل خوشخط ۽ باريڪ نويس هئا. ڪين نرينہ اولاد ڪونہ هو. فقط ٽــي نياڻيون هين، جي سڀئي علوم متداولہ فقہ تفسير ۽ حديث ۾ وڏيون عالم ۽ فاضل هيون.

حڪيم فتح محمد صاحب جي ڏاڏي صاحبہ ماھ بيبي سندين سڳي ڏهٽي هئي. پاڻ ۽ سيوهڻ جا مخدوم سندن پاءُ مياڻ محمد حسن صاحب جـو اولاد آهن. ان وقت حضرت مخدوم بصر الدين صاحب انهيءَ خاندان جو بهترين فرد هو.

حضرت مخدوم بياض وارا چوڏهين رمضان شريف سن ۱۲۲۴ ھ ۾ هن دار فاني مان عالم جاوداني ڏانهن انتقال فرمائي ويا. سندن عمر شريف ٤٧ سال هئي. پاڻ وڏا اهل الله ۽ صاحب طريقت هئا.

نوٽ: مخدوم عبد الواحد رحہ جــي تصنيفات مان رد المختار جي حاشيہ جو نالو آهــي، رش الانوار حاشيہ رد المختار. اهو حاشيہ دنيا مان مفقود ٿي چڪو آهي بياض واحدي ۾ ڪٿي انجون عبارتون نقل ڪيل آهن. سندس بيا بہ گهڻا ننڍا ننڍا رسالا پير سائين جهنڊي واري جي ڪتب خاني ۾ موجود آهن، جي سندس علمي برتري جي دلالت ڪن ٿا.

همعصر علمائن مان قاضي محمد صاحب شڪارپوري سان سندس بحث مباحثا رهيا آهن. حنفي فقہ جي مسائل ۽ استنباط ۾ ڪيس تمام وڏو ملڪہ هو.

ڪن علمائن جو خيال آهي تہ هو بزرگ جيڪڏهن ٿورو اڳيرو هجي ها تہ ڪيس حنفي مذهب جو مجتهد سڏيو وڃي ها. نقشبندي طريقي ۾ خواجہ صفي الله رح حدودي واري جو خليفو هو. علمي ۽ مذهبي خدمت سان گڏ خاص خاص ماڻهو تصوف ۾ وٽس بيعت بہ ڪندا هوا. جن مان خليفو عبدالحڪيم سيوهاڻي سندس خاص مريدن مان هو. ۽ پيا بہ سندس گهڻائي مريد هئا.

# جيل جي ڊائري

ڪامريڊ غلام محمد لغاري مرحوم

ٻيو ڀاڱو

١٩٨٨

# نوٽ

مرحوم غلام محمد لغاري هڪ هاڪارو سياستدان، قومي درد رکندڙ صحافي ۽ قربدار انسان هو.

هن کي قومي معاملن ۽ سياسي مسئلن لاءِ پورو شعور ۽ عبور هوندو هو. هو چاهيندو هو ته عام ماڻهو جا مسئلا هر حالت ۾ جلد حل ٿين ڪين، پر زماني جي گردش ۽ سنڌ جي جاگيرداري سرشتي اڳيان هو ڪجهه به نه ڪري سگهيو.

هن ڊائري جي ورقن مان سچ ته ان دور جي حالتن ۽ سياسي سوچ جي ڪن معاملن کي سمجهڻ ۾ سهولت ٿي سگهي ٿي.

هي ڊائري سنڌس ١٩٥٨ع جي جيل ياترا ڪان وٺي قلمبند ٿيل آهي. مون کي ١٩٦٩ع ڌاري منيرحسين شاهه هي مسودو ڏنو هو. جڏهن اسان روزانه هلال پاڪستان ۾ گڏ ڪم ڪندا هئاسون. هاڻي جڏهن ڪتابن پڙهڻ ڪرڻ جو موقعو ميسر ٿيڻ لڳو آهي، تڏهن ضروري ڄاتم ته هڪ عوامي سياسي ڪارڪن ۽ حق جي علمبردار صحافيءَ جي ياد ۾ سندس هي به اکر تاريخ جي صفحن طور پڌرا ٿين ڪين.

عمرالدين بيدار — اپريل ١٩٨٩

# جيل جي ڊائري

پهرين ڊسمبر ۱۹۵۸ع

دنيا کي تہ امن و امان جي سخت ضرورت آهي، ليڪن ان جي برعڪس ارب ۽ کرب ڊالر رکو جنگي ساز و سامان ۽ ائٽم بم، هئڊروجن بم ٺاهڻ تي خرچ ڪيا پيا وڃن .

ترقي يافتہ حڪومتن جو سمورو توجهہ انهيءَ تباهي واريءَ ترقيءَ ڏي آهي. هو رات ڏينهن انهن برن خيالن ۾ غلطان آهن، تہ اهڙا ڪي تباهيءَ وارا هٿيار ايجاد ڪيا وڃن، جيئن ساري دنيا کي هڪ سيڪنڊ ۾ صفحہ هستيءَ تان ميساري سگهن. اهي رکو برا خيال ۽ ويچار نہ آهن، بلڪ انهن تي هاڻي پوريءَ طرح عمل بہ ٿي رهيو آهي .

منهنجي ضمير جي هيءَ راءِ آهي تہ اهو سرمايو، جي انسانن جي بهتري ۽ ڀلائي تي خرچ ڪيو وڃي، تہ جيڪر دنيا ۾ بک، بيماري ۽ مفلسيءَ جو نالو ڏي

نہ رهي. اسانُ جي هيءَ اجڙيل دنيا، هڪ وار بهشت ٿي پوي.

اسان وٽ بہ زرعي سڌارا ٿيڻ کپن، جڏهن سرمايہ دارن تي منافع جي شرح مقرر ٿيندي ۽ ان جي پوئـواريءَ لاءِ سختيءَ سان عمل ڪيو ويندو ۽ سرمايہ دارن جـي ڏکيءَ تي جڏهن بندش پونـدي تڏهن ملڪي حالتن ۾ سڌارو ٿيندو.

جيستائين هي زمينداري ۽ جاگيرداري جو سلسلو جاري هوندو، تيستائين ڪوبہ ترقي ڪري ڪونہ سگهندو.

موجوده حڪومت کي کپي تہ ڪو جوڳو قدم کڻي. هن وقت حڪومت کي زرين موقعو آهي تہ هو جلدي زميندار ي ۽ جاگيرداري ختم ڪري. نفعي خور، وياج خور ۽ سمگلرن تي پڪڙ پڇاڙ چالو رکي. جـي ائين ڪيو ويو تہ ڪمين ويچارا مـزور ۽ هاري خوش ٿي حڪومت کي دعائون ڪندا رهندا.

............

هينئر امن جي بہ سخت ضرورت آهي. امن گهرجي ننڍڙن معصوم گل جهڙن نازڪ بدنن لاءِ. امـن جي ضرورت آهي آرٽ کي. امن جي ضرورت آهي ڪاليجن کي، شهرن ڳوٺن کي، مسجد و مندر، گرجا ۽ گردوارن کي ۽ شهرن کي! گويا اسان جو دين ۽ ايمان آهي ئي امن. امن آهي تہ ايمان سلامت آهي.

امن آهي تہ عقيدو سلامت آهي. امن آهي تہ عزت آرٽ ۽ فن بہ سلامت آهي. جيتوڻيڪ اڄ دنيا جا وڏا

واپاري، انسانيت جي خون جا دشمن ٿي، جنگي ساز و
سامان ناهي پئسي جي لالچ تي تباهي مچائي رهيا آهن.

............

ڪالهه ڀاڄو جو خط آيو ته همشيره ڏاڏي بيمار
آهي. مثل ٻار ڄڻڻ جي ڪري هي تڪليف تي آهي.
ادا! توکي معلوم هجي ته مون کي فقط اها هڪ ڀيڻ
آهي، جا مون کي سڀن ڀائرن کان وڌيڪ پياري آهي،
باقي ڀاءُ! ڀيڻ جي محبت جو اندازو اهو ڪندو،
جنهن کي پياري ادي هوندي.

ڀاڄو — جيل جي مون کي ڪا به ڳڻتي يا ملال
ڪونه آهي، ليڪن اهڙوڪي هن دردناڪ خبر منهنجي
دل کي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو آهي.

منهنجي پياري ڀيڻ جي محبت جي اندازي جي
خبر فقط مون کي ئي آهي. اڄ تڪليف جي وقت هوءَ
هڪ منٽ به مون کي ڪانه وساريندي هوندي. مگر
ڇا ڪريان پاءِ بزنجير آهيان.

...........

ادا علي خان، مون هن ٿوري زندگي ۾ جيئن
مرجيو آهيان، تيئن جيل جون اٺ، ڏهه بهاريون ماڻيون
اٿم! ۽ جيل کان سواءِ به ڪيترن ۽ زماني جي لاهين
چاڙهين جي آزمائش مان مون هي چڱي طرح سبق پرايو
آهي ته هي مصيبتون، مصيبتون نه آهن. بلڪ هڪ

آزمائشي امتحان آهي. جي اسان هن مان ڪامياب ٿي نڪتاسون ته سدائين مقصد و منزل جا ميوا ماڻينداسون!

جيئن انسان گهڻيون مصيبتون ڏسي ٿو تيئن تجربي مان مصيبتن جي مقابلي هن جي لاءِ طاقت ۾ اضافو ٿئي ٿو.

اسان اڳوڻي حڪومت کي خراب، راشي، اقربا پرور چوندا هئاسون. ڇوته انهيءَ حڪومت، ڪوڙا ڪيس ڪري اسان کي جيلن ۾ قيد ڪيو آهي.

اسان ئي اڳين راشي وزيرن جا پردا چاڪ ڪيا، اسان ئي هنن کي سر بازار خراب و خوار ڪيو. اسان ئي هن انقلابي حڪومت کي ملڪي تسلط سنڀالڻ لاءِ صلاح ڏني. اهڙن اسان جي اعليٰ ڪردارن جي ڪري اسان کي انعام ڏيڻ کپندو هو.

اسان جي همت افزائي کي شاباس ڏيئي ڪين هي چوڻ کپندو هو ته هي اهي جوڌا جوان آهن، جي اڳين راشي وزيرن جي لوڀ لالچ جي چنبي کان بي پرواهه ٿي حق و صداقت جو نعرو بلند ڪندا رهيا.

يا، هي اهي جانباز آهن، جن هاري حقدار جو نعرو هڻي رشوت خورن ۽ جاگيردارن جي ظلم جو پردو چاڪ ڪري ڇڏيو. جنهن ڪري انقلابي حڪومت سر ميدان آئي. انهن ظالم وزيرن حق گوئي جي ڪري هنن کي بند ڪيو هو. اهڙي حق گوئي جي صلي ۾ اسان کي جيل مان آجو ڪري انعام ڏنو وڃي ها.

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌي

# مخدوم ابوالحسن ميمڻ ٺٽوي رحه
(١٦٦١ع — ١٧٥١ع)

مشهور محدث، فقيه ۽ سنڌي علم ادب جو ابو، مخدوم ابوالحسن ولد مولوي محمد مبين ميمڻ، ١٠٧٣ هجري مطابق ١٦٦١ع ڌاري ٺٽي ۾ ڄائو (١). وڏو عالم

(١)- سنڌ جي تاريخ ۾ پنج ابوالحسن ٿي گذريا آهن. ”مقدمہ الصلوات“ (سنڌي) جو مصنف ميان ابو الحسن ميمڻ (اول)، جيڪو مخدوم ابوالحسن ٺٽوي رحه جي نالي سان مشهور آهي. سيد ابوالحسن ولد سيد فضل الله شيخ ابوالحسن ولد شيخ احمد (”صحاح ستہ“ جو شارح عام طرح ”ابوالحسن ڪبير“ جي نالي سان مشهور ٿيو. مديني شريف ۾ حديث جي مدرسي جو باني هو). مخدوم ابوالحسن ”صغير“ (ابوالحسن ڪبير جو شاگرد هو ۽ ڪانئس پوءِ مديني شريف ۾ مدرسي جو مهتمم ٿيو) ۽ ابوالحسن ڏاهري [ جيڪو ”قاضي ابوالحسن“ ۽ ”حاجي ابوالحسن“ جي نالن سان مڪاني طور مشهور ٿيو. بلند پايہ جو عالم، تصوف ۽ فقہ ۾ مهارت رکندڙ هو. ”رسالہ الفريد و المريد“ (خريد فروخت جي شرعي احڪامن بابت)، ”سراج المطي“ (فارسي نظم) ۽ اسلامي تصوف ۾ ”ينابيع الحيات الابديہ“ جهڙا ناياب ڪتاب ڇڏيائين.]

فاضل ۽ ڪامل شخص هو. ننڍپڻ کان ئي ذڪي طبيعت هيس، جنهن ڪري استاد به سندس حافظي ۽ حوصلي جا معترف هئا. فارغ التحصيل ٿي، فقه ۽ حديث ۾ مقام پيدا ڪيائين. درس و تدريس ورثي ۾ مليس.

مولوي ابوالحسن کي علم ادب سان پڻ چڱي دلچسپي هئي. سندس طبيعت جو لاڙو دنياوي ڳالهين ڏانهن گهٽ رهيو. سندس زبان ۾ شيريني هئي، جنهن ڪري ”وعظ“ اثرائتو ۽ زوردار هوندو هوس. حياتي الاهي ذڪر، تلاوت قرآن پاڪ ۽ درس و تدريس ۾ گذاريائين. سندس سينو سدائين سرور ڪائنات حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن جي عشق سان سرشار هو. منجهس ميمڻن واري اها به خصلت قائم هئي، ته هن ڪڏهن من ميرو نه ڪيو ۽ نه وري ڪنهن سان ٻاڙو ٻوليو.

ڪتابن جون عبارتون بر زبان رکيائين. ڪنهن به وقت ڪو علمي بحث نڪتو، ته گويا ڪتبخاني جا ڪِٽ سندس سامهون کلي ويندا. حاضر جوابيءَ ۾ به ملڪو هوس.

اسلام جي تبليغ ۽ اشاعت ۾ ڪافي تڪليفون ۽ سختيون سٺائين، پر پنهنجي صداقت ۽ سچائي عوض فتح جو سهرو سدائين سر تي رهيس.

ظاهر ۾ حنفي عقيدو اختيار ڪيائين ۽ هر وقت اهائي ڪوشش ورتائين، ته اهڙو طريقو هلجي، جنهن ۾ اختلاف جي بوءِ باقي نه رهي. علم جي تعظيم ۽ تڪريم خاص مقصد ۾ هيس. اهل مماتي کي هميشه نيڪيءَ

سان ياد رکيائين. قبرن جي زيارت ۾ حاصل ثواب ٿيڻ جو قائل هو، ۽ هر وقت بدعت جي برخلاف رهيو.

جيتوڻيڪ سيني علمن ۾ کيس هڪ جهڙو ڪمال حاصل هو، مگر سندس گهڻو توجه ”فقه“ طرف مائل رهيو. تحقيقات لاءِ روزانو فتوائون ڪڍيائين. ڪيترا ماڻهو وٽس فقهي مسئلا کڻي خدمت ۾ حاضر ٿيندا هئا ۽ پاڻ انهن کي حق جي واٽ وٺرائڻ ۾ ويرم نه وڃائين.

سندس ايامڪاريءَ ۾، ٺٽي ۾ وڏو علمي ۽ مذهبي انقلاب آيو، جنهن بالآخر ”تحريڪ“ جو رنگ ورتو. وقت جو نواب، حفظ الله خان به ڏر ٻڌجي ويو.

سنڌ جي سڄاڻ عالمن انهيءَ کي سرڪاري سازش سمجهي، پڌري پٽ مقابلي لاءِ سنڌرو ساهيو. پهريائين علحده علمي ميدان هموار ڪرڻ لاءِ فارسي ۽ عربيءَ جي بدران ڏيهي (سنڌي) زبان کي عام ڪرڻ شروع ڪيائون. نتيجي طور، مذهبي لحاظ کان ڪيترا غير مسلم به اسلام جي دائري ۾ اچڻ شروع ٿيا.

مخدوم ابوالحسن انهيءَ عظيم انقلاب لاءِ ديني ۽ علمي خدمتون آڇيون. هن ڄاتو ته انهن نون مسلمانن لاءِ وعظ ناڪافي آهي، انهيءَ ڪري زباني تبليغ سان گڏ روزي، نماز ۽ وضو جهڙو بنيادي اصولن تي ڪتاب لکڻ شروع ڪيائين.

سندس ذهن تي تري آيو، ته انهن ڪتابن لکڻ لاءِ زبان ڪهڙي استعمال ڪجي! جڏهن ته نون مسلمانن ۾ گهڻا عمر رسيده به آهن. هو عمر جي انهيءَ حد ۾

عربي يا فارسيءَ ۾ فقه جا مسئلا سولائيءَ سان سکي ۽ سمجهي ڪين سگهندا، انهيءَ ڪري بهتر اهو آهي ته روزمره جي استعمال واري گهرو زبان "سنڌيءَ" ۾ ئي ڪتاب لکجن.

مخدوم صاحب جي اها خدا داد صلاحيت هئي، جنهن فارسي ۽ عربي لفظن مان ٻج گهڙ ڪري، سنڌي الف ب تيار ڪئي. پوءِ انهيءَ نئين آئيوٽيا ۾، پهريون ڪتاب، ١٧٠٠ع ۾، مقدمہ الصلوات لڪو ۾ ڇپيو.

جيتوڻيڪ هي ڪتاب نظم ۾، الف اشباع واري سٽا ۾ آهي، جنهن کي قافيہ دار يا نظماڻو نثر به چئي سگهجي ٿو، پر عام طرح ان کي ابوالحسن جي سنڌي به سڏجي ٿو. ڪتاب جو مضمون نماز ۽ وضو کان علاوه غسل، تيمم توڙي ميت جي وهنجارڻ بابت به آهي.

مخدوم ميمڻ صاحب جي اها مخصوص سنڌي، سندس تائين محدود نه رهي، بلڪ سنڌ جي ٻين عالمن به کيس داد ڏنو ۽ متس طبع آزمائي شروع ڪئي.

نتيجي ۾ ڪيترن نامور عالمن ۽ فقيهن به مخدوم صاحب جي طرز تي ڪتاب تيار ڪري ورتا. ڪلهوڙا دور جي انهن جيد عالمن ۾: مخدوم ضياءُالدين، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحہ، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي رحہ مولوي عبدالخالق ۽ مولوي عبدالله نرئي واري جا نالا قابل ذڪر آهن.

مخدوم ابوالحسن جي سنڌيءَ ۾ تالپري دور تائين تقريبا پنجاهہ کن ننڍا وڏا ڪتاب لکجي راس ٿيا، جن

ڪن انگريزن جي ايام ڪاريءَ تائين سنڌ جي مسلمانن وڏي چاهه سان پڙهيو. سمورا ڪتاب تقريبا اسلام جي عقيدن ۽ فرضن بابت رقمطراز آهن.

مقدمه الصلوات، سنڌي زبان جو پهريون ڪتاب آهي، جنهن کي ١٧١٥ع تائين پاڻ به پاڙهيندو آيو. انهيءَ سال حج بيت الله شريف جي زيارت لاءِ اسهيو (١). پنهنجي شاگرد رشيد، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحه (١٦٩١ع - ١٧٦٠ع) کي مدرسي جو معلم ۽ منتظم مقرر ڪيائين.

هن، پهريائين ته جيئن تيئن ڪري مقدمه الصلوات پاڙهيو، پر پوءِ درس دوران ڪتي ڪتي فقهي مسئلن ۾ مونجهارو سمجهي، ضروري ڦير ڦار ڪرڻ جو خيال ٿيس.

چوڻ ۾ اچي ٿو، ته مخدوم محمد هاشم رحه کي هڪ وقت اهڙو به اچي پور پيو، ته هي ڪتاب بالڪل بند ڪجي ۽ ان جي جاءِ تي پنهنجو جوڙيل "فرائض الاسلام" پاڙهجي. مگر مخدوم ابوالحسن جي شاگردن

---

(١) - مڪي شريف ۾ وڏن وڏن عالمن سان ملاقاتيون ڪري، ڪيترن شرعي مسئلن تي وضاحت ورتائين. مديني شريف ۾ ادب وچان پيرين اگهاڙو گهمندو هو. اسلامي تاريخ جو مطالعو به ججهو ڪيائين، ۽ چوڏهن سو سالن جا اهڃاڻ پڻ اکين سان ڏٺائين. پنڌ ڪندي ڪندي جڏهن ٿڪجي پوندو هو، ته منهن مونن ۾ وجهي ويهي رهندو هو.

جي ناراضگي برداشت ڪري نہ سگھيو. لاچار پنھنجي طرفان ضروري ڦير ڦار آڻي، حاشين ۾ پنھنجي صحيحن سان پاڙھڻ لڳو.

## مقدمۃ الصلوات

قديم زماني ۾ سنڌ ۾، عربي ۽ فارسي زبانن ۾ تعليم ڏيڻ جو رواج ھو. البتہ مڪتبن ۾ سنڌيءَ ۾ بہ تعليم ڏيڻ ۾ ايندي ھئي. انھيءَ ڪري سنڌيءَ ۾ ديني ڪتاب لکيا ويا.

سال ١١١٢ھ مطابق ١٧٠٠ع ۾، مخدوم صاحب ھي ڪتاب لکيو(١). انھن ڏينھن ۾ سنڌي نثر جو رواج

(١) - مخدوم ابوالحسن جي سنڌي ڪان آڳاٽو، يعني، ١٠٦٨ھ - ١٦٥٧ع جو ھڪ ضخيم قلمي نسخو پڻ مليو آھي، جيڪو اصل ۾ ولھاري بزرگن جي ڪتبخاني ۾ ھو ۽ ھينئر، ڊاڪٽر گھمري خيرپوزيءَ وٽ محفوظ آھي. منجھس اناويھہ عنوانن تحت، نبي ڪريم صلي اللہ عليہ وسلم جن جي حيات طيبہ، مدح ۽ منقبت، مخدوم عثمان جو چئن علمن بابت تفصيل، فارسي ۽ عربيءَ مان ترجمو ٿيل بہ رسالا، معراج نامو، نور نامو ۽ چار قصا (حضرت يوسف عليہ السلام، حضرت اسماعيل عليہ السلام، ابو شحم ۽ جم جمان بادشاھ) شامل آھن. آخري ورق تي، ڪاتب جو نالو عزت پٽ سليمان چاٺايل آھي. [روزنامہ عبرت حيدرآباد، مورخہ ٣٠ جمادي الاول ١٣٠٣ھ مطابق تاريخ ٢٧ مارچ ١٩٨٢ع، ص ٥]

ڪونہ هو، ۽ نہ ئي وري "سنڌي صورتخطي" جي ڪا مقرر آئيوتيا هئي. مخدوم ميمڻ صاحب "الف اشباع" جي نظمي سنا ۾ مثيون ڪتاب تيار ڪيو.

سنڌي زبان جي هن بنيادي ڪتاب جو نظمي جوڙجڪ هندستاني شعر جيان دوهي (ڏوهيڙا يا دوهيڙي) جي طرز موجب آهي، ازان سواءِ پندرهن - ويهن سٽن جو لاڳيتو هم قافيہ هجڻ "ڪبت" جو نمونو پڻ نروار ٿئي ٿو. ڪٿي ڪٿي تہ هڪ ئي آڪاڻي، بيان يا قصي کي بہ قلمبند ڪيو اٿس.

ڪن جاين تي ٽي يا چار سٽون بہ هم قافيي آيل آهن. قافيہ دار مصرعن جو تعداد بہ ڏهن ٻارهن سٽن کان وڌيل نہ آهن.

گهري مطالعي مان معلوم ٿيندو، تہ شعر جي بندش، نزاڪت ۽ قافين وغيره جي اصولن طرف توجہ گهٽ ۽ مقصد طرف زياده ڌيان ڏريل آهي، جنهن ڪري نظم جي نزاڪت ۾ ڪجهہ خاميون رهجي ويون آهن. استعارن ۽ تشبيهن طرف بہ ڪو خاص توجهہ نہ ٿو نظر اچي. ٻولي ٻاجهاري ۽ بالڪل سادي سلوڻي ڪتب آندل آهي. جا بجا فقہ جي مسئلن بابت مستند ڪتابن جي مدد ورتي اٿس، انهيءَ ڪري سندس بيان محبت سان دلين جي تارازيءَ ۾ توريو وڃي ٿو. هڪ جاءِ تي "سهو جي سجدي" جو ذڪر ڪندي لکي ٿو:

"صورت سجدي سهو جي هن پر پروڙيج،
جيئن سلام سجي پار ڏانهن ڏيئي ٻہ سجدا ڪريج،

تهان پوءِ تحيات سين دعا درود پڙهيج،
تانپي پنهي پارن ڏانهن سلام سنئون وراڻيج."

اهڙيءَ طرح "نماز جي پڙهڻ" بابت ڪتابن جو حوالو هن طرح ڏنو اٿس:

"فتح القدير ۽ بحر ۾ هن پر ٿو چوي،
ته ايڪيتاليهون اوڇتي جي ڪنهن ڦيءَ اچي،
سا وري پوءِ نه پـڌري، پري وات وجهي،
ته اهڙي قئي نماز ڪي پڙهيا چون پڄي."

ڪتابي زبان جيتوڻيڪ لاڙي لهجي ۾ آهي، مگر عام فهم زبان استعمال ڪرڻ سان، هو سنڌيءَ کي سولائي سان سمجهه ۾ اچي ٿي.

تصنع ۽ تڪلف کان ڪناره ڪشي ڪري؛ حقيقت جو روپ اختيار ڪيو اٿس ۽ ڪوشش وٺي عربي ۽ فارسي لفظن جي آميزش کان به پرهيز ڪئي اٿس. هيٺ ڪجهه لفظن جي پيٽا ڏجي ٿي:

| ابوالحسن جي سنڌي | موجوده رسم الخط | ابوالحسن جي سنڌي | موجوده رسم الخط |
|---|---|---|---|
| ابهڻ | .... بيهڻ | جيڻو | .... ساڃو |
| آنپر | .... انهيءَ (ساڳئي) طرح | رسائو | .... رسائي |
| پڄهن | .... پڌجن | ڪڄاڙو | .... ڇا |
| توجو | .... تنهنجو | ڪريچ | .... ڪچ |
| تانپي | .... تنهن کان پوءِ | ڪنا | .... وانگر |

| | | | |
|---|---|---|---|
| نيڙو .... ٿهڙو | | مرهي .... معاف ڪري (بخشي) | |
| ٻارين .... پنهي پاسي | | ملا .... وٺان | |
| پانجو .... پنهنجو | | مهيلي .... زال | |
| جنهين .... جتي | | نگيو .... نڪتو | |
| تنهين .... تتي | | وترو .... تکو | |
| جها .... جهڙا | | ويچ .... وڇج | |
| جيڙو .... جهڙو | | هيڙو .... ههڙو | |

---

ڪتاب جوڙڻ وقت ڪيترن معتبر عربي ڪتابن تان پڻ استفادو ڪيائين. منجهانئن چونڊ فقهي مسئلا ميڙي "مقدمہ الصلوات" تيار ڪيائين. پوءِ جتي جتي ڪو اخلاقي مسئلو بيان ڪرڻ جي ضرورت محسوس ڪيائين، اتي پنهنجي مرضيءَ ڪي مسلط رکيائين.

مٿس ۾ ڪتاب جي ضرورت بابت هن ريت رقمطراز آهي:

ڪارڻ طلب طالبن رسالــو لکيوم،
مقدمة الصلوات سنڌي ڳالو تنهن رکيوم.

حقيقت ۾ هي ڪتاب اهڙي دور جي ايجاد آهي، جڏهن سنڌي زبان لاءِ اڃان ڪا به صورتخطي مقـرر نہ ٿي هئي ۽ سنڌي زبان صرف ڳالهائڻ تائيـن محدود هئي. مخدوم صاحب ڪيترن نج سنڌي آوازن لاءِ پنهنجي خيال موجب اکر چونڊيا، جن جو وچور هن ريت آهي:

| نج سنڌي لفظ | مخدوم جي سوچ | نج سنڌي لفظ | مخدوم جي سوچ |
|---|---|---|---|
| ٻ | .... ٻھ ، ٻ | ڌ | .... ڌ |
| ٿ | .... ٿھ | ڊ | .... دز |
| ڀ | .... ٻھ | ڍ | .... ڊ |
| ٽ | .... ٽر | ڙ | .... ر ، ڙ |
| ٺ | .... ٽھ | ڦ | .... پھ ڦ |
| ڄ | .... ج، ڄ | ڳ | .... گ |
| ڃ | .... ڃھ | ڱ | .... نگ (نون غنو اڳ ۾ آڻي) |
| ڏ | ... دھ | | |
| ڻ | .... ن | | |

مخدوم صاحب جي هيءَ صورتخطي، ١٨۵٣ع واري "صورتخطي ڪاميٽي" لاءِ رهبر بڻي، ۽ نئين نيار ڪيل املا ۾ ڪيترا اکر ميمڻ صاحب وارا جيئن جو تيئن کنيا ويا.

مقدمة الصلوات جيتوڻيڪ اعليٰ پايه جي نظمي سٽا ۾ نه آهي؛ مگر بنيادي سرمايه هجڻ ڪري، نظم جو نمونو پيش ڪري ٿو.

ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي، ته اوائلي سنڌيءَ ۾ مقدمة الصلوات پهرين مڪمل منظوم ڪاوش آهي، جنهن کي نظمي صنف جو بنيادي ۽ اهميت وارو خاڪو چئجي، ته وڌاءُ نه ٿيندو.

مطلب ته مخدوم صاحب، هڪ اعليٰ پايه جو نظم

نثر نويس هو.

ساڳئي وقت فصيح زبان شاعر هجڻ سان گڏ پختو نثر نويس پڻ هو. فقه ۽ حديث ۾ به درڪ حاصل هوس جيتوڻيڪ نيث محاورن واري اڳين سنڌي اڄ پڙهڻ ۾ دقيق محسوس ٿئي ٿي، مگر بنيادي هجڻ ڪري ...ت جي حامل آهي. سندس ڪتاب ليٿو ۾ ڇپيل آهن.

انهيءَ لحاظ کان کيس سنڌي ليٿو جو موجد پڻ سڏيو وڃي ٿو. نوي ورهين جي ڄمار ۾ ۱۱۶۵ هه (۱۷۵۱ع) ۾ وفات ڪيائين.

عبدالعزيز نالي فرزند هيس، جيڪو وڏو عالم ۽ فياض هو. ميان عبدالقادر نالي سوٽ ۽ سنڌيو به هوس، جيڪو پڻ معزز ۽ پاڪ پرہيز شخص هو.

شرعي مسئلن تي پنهي بزرگن جي اڪثر نوڪ جهوڪ رهي. سندس شاگردن جو به وسيع حلقو هو، جن ۾ مخدوم محمد هاشم رحہ، ميان غلام محمد بگائي، حاجي عبد الله، ميان عبدالسلام ۽ ميان موريو جا نالا سر فهرست آهن.

پاڻ نه صرف با شريعت، سچار ۽ دين جو سچو خدمتگار هو، بلڪه علمي فيض جون ڪافي ڪرامتون به کانئس سرزد ٿيون.

هڪ دفعي پيرسنيءَ سببان، پنهنجي گهر واريءَ جي پاڻيجي، ميان عبدالله "واعظ" عرف ميان موريي کي سڏي چيائين ته ابا هاڻي نماز نون پاڙهيندو ڪر!!

ميان وراڻيو: ”سائين، مون کي اجهان ڏاڙهي به
ڪانه آئي آهي!“

اهو پيپهريءَ جو وقت هو. پاڻ جيئن نماز پڙهائي
فارغ ٿيا، تيئن سندس ڪلمن تي پيار جو هٿ ڦيريائين ته
خدا جي قدرت سان، ٽيپهري جي نماز تائين ميان صاحب
مونهاري مبارڪ سان سنوارجي ويو.

تحفتہ الڪرام جي حوالي سان سندس هڪ ٻي
ڪرامت به ملي ٿي. هڪ ڏينهن وٽس هڪ عقيدتمند
اچي دانهين ٿيو ته ”نواب شهابت خان جو نوڪر،
منهنجي گهر اچي دڙڪا داٻ ڏئي ٿو“.

مخدوم صاحب کي سندس حال تي رحم آيو ۽
هڪدم ميان موربي کي سڏي چيائين: ٻير ٻئي کي
منهنجا سلام چئي هي نياپو ڏي، ته ”غريبن تان هي
ظلم گهٽايو!“

ميان صاحب پره ڦٽيءَ جو اوڏانهن روانو ٿيو.
واپسيءَ تي ڏٺائين ته نواب جو نوڪر اچا پنهنجي عادت
کان مجبور آهي ۽ عادت مطابق غريب جي گهر طرف
تيزيءَ سان وڌي رهيو آهي.

اچا دل ۾ اهو ويچار ڪري مس بيٺو، ته ڏٺائين
ته نوڪر ٿاٻڙجي ڪريو. ڪيس اهڙو ته ٿاٻو آيو، جو
آنڊا نڪري پيس ۽ اتي جو اتي اٿت مري ويو.

## ماخذ

(١) اٺويهين صديءَ جا نثر نويس- ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور
سنڌي (پي. ڊي سنڌيءَ لاءِ لکيل ٿيسز- قلمي)،

...يونيورسٽي ڄامشورو سنڌ، ۱۹۸۳ع
(۱) تحفة الڪرام- مير علي شير ”قانع“ ٺٽوي، (سنڌي ترجمو)، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، ۱۹۷۶ع
(۲) سنڌ جي ادبي تاريخ (پاڱو پهريون)- خانبهادر محمد صديق ميمڻ، سنڌي ادبي سوسائٽي حيدرآباد ۱۹۳۷ع
(۴) سنڌيون- ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو ، سنڌيا لاجي ڄامشورو، جنوري ۱۹۷۰ع
(۵) عظيم سنڌي انسان- ڊاڪٽر ميمڻ عبد الغفور سنڌي ماڊرن بوڪ اسٽال لاڙڪاڻو، نواز پرنٽنگ پريس، لاڙڪاڻو، ۱۹۸۱ع
(٦) قديم سنڌ جا ستارا- شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ، سنڌ پبلشنگ هائوس ڪراچي، ۱۹۲۳ع

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌي

سنڌي زبان جو پهريون نثر نويس

# آخوند عزيزالله ميمڻ

[ ١٧٤٦ع — ١٨٢٤ع ]

ارڙهين صديءَ جي آخري اڌ جو، نثري ادب جو جيڪو پهريون نمونولکيل ملي ٿو، اهو جهوني عربي لپي ۾ لکيل، آخوند عزيز الله ميمڻ جو قرآن مجيد و الفرقان حميد جو سنڌي ترجمو آهي.

آخوند عزيز الله ولد محمد ذاڪر ميمڻ، مٽياروي آخوندن جي ڦريءَ مان هو. تاريخ ٢٢ شوال ١١٦٠ هه مطابق ١٤ جون ١٧٤٦ع تي سندس ولادت ٿي.

پاڻ هڪ ناميارو عالم ۽ فاضل هو. سندس وڏا اصل ٺٽي جا رهاڪو هئا. درس و تدريس جي سلسلي ۾ لڏي، مٽيارين ۾ اچي آباد ٿيو. وقت جي حاڪمن طرفان "قضا" جو ڪم به سندن حوالي هو، انهيءَ ڪري هي خاندان "قاضي" جي لقب سان مشهور هو.

آخوند صاحب، ابتدائي تعليم ۾ عربيءَ جا ڪتاب ۽ مروج سنڌي، جيد عالم مخدوم محمد عثمان ميمڻ

وٽ پڙهيو. ننڍپڻ کان ئي ذهين ۽ اورچ هو، جنهن کري ستت ئي حديث، تفسير، فقه، تصوف، منطق ۽ معقولات ۾ وڏي ڄاڻ حاصل ڪيائين.

فارغ التحصيل ٿي، وڏن جو ورثو سنڀاليائين. پنهنجي انهيءَ نيڪ مقصد لاءِ هڪ جدا مدرسو قائم ڪري، دين جو درس ڏيندو رهيو.

ميمڻ صاحب، ميراڻو ذور ڀوريءَ ريت سنڀريو. هي پهريون خوش نصيب آهي، جنهن پراڻي عربي آئيونٽيا ۾، قرآن پاڪ جو تحت اللفظ سنڌي نثر ۾ ترجمو ڪيو، جنهن کي ١٢٨٧هه (١٨٧٠ع) ۾ قاضي محمد ابراهيم ڪتابن جي ناشر، ڇاپخاني محمدي گجرات مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

سنڌس ٻيون ڇاپو متن، ترجمو ۽ حاشيه سميت ١٢٩٣هه (١٨٧٦ع) ۾، عبدالصمد ولد حاجي محمد مقيم مخدوم نورنگ پوٽي، ويٺل ميرپور ٻٺوري وارئيه مرغوب هرديار پريس بمبئي مان ڇپائـي علم دين دارن لاءِ پڌرو ڪيو.

پانئجي ٿو ته آخوند صاحب جي وفات کان ڇائيتاليهه ورهيه پوءِ قـرآن پاڪ جو هي پهريون سنڌي ترجمـو منظر عام تي آيو، جيڪو ٣٨١ صفحن جي ليٿو ضخامت ۾ وڏيءَ تختـيءَ (٩ ١٢) سان، ٢٢ سٽن (هڪ سٽ عربي متن جـي ۽ هڪ سنڌي ترجمي جـي) تي مشتمل آهي.

آخوند عزيز الله جي نثري عبارت، سنڌي نثر جيءِ

آڳاٽن نمونن مان هڪ آهي. موجوده سنڌيءَ جي لکڻي کان ڪي قدر مختلف ۽ نرالي ب‍ي‍هڪ سان آهي ۽ سنڌي گرامر موجب به نه آهي.

سنڌي ٻوليءَ ۾ هي نثر بنيادي حيثيت رکي ٿو، جنهن مان ترجمي جون خوبيون نمايان نظر اچن ٿيون.

هي نثر اهڙي نه فني ستا سان آهي، جو نثر مان نظم جو حظ پيو حاصل ٿئي. گويا موجوده وقت جي لحاظ کان ان کي "نظماڻو نثر" چئي سگهجي ٿو. ترجمي کان علاوه حاشين ۾ آيتن جو شان نزول پڻ تفصيل سان ڏنو اٿس. ترجمي کي آسان بڻائڻ لاءِ لفظ سادا ۽ عام فهم ڪتب آندل آهن.

آخوند صاحب جي هن ترجمي جا، بمبئيءَ جي ڪريمي پريس طرفان ڪيترائي ڇاپا نڪتا. سنڌس هڪ ڇاپو ١٣٢٠ھ (١٩٠٢ع) ۾ به نڪتو، جنهن ۾ ٻن زبانن ۾ ترجما آهن: پهريون سنڌيءَ ۾ آخوند صاحب جو ۽ ٻيو فارسيءَ ۾ شاهه ولي الله محدث دهلوي رحه جو ۽ حاشيه ۾ شان نزول شيخ سعدي شيرازي رحه ڏانهن منسوب ٿيل آهي. وڏي قرهيءَ تي ٨٠٠ صفحن جي ضخامت رکي ٿو.

آخوند صاحب جو هي ٻيو نسخو، فارسي ترجمي سان الڳ به ڇپيل آهي، جنهن ۾ حاشيي تي مختصر نوٽ پڻ چڙهيل آهن.

پڇاڙيءَ تائين پاڻ لواريءَ وارن بزرگن جو

عقيدتمند رهيو. سندس شاگردن جو حلقو به اڻ ڳڻ هو.
تاريخ ١٣ رمضان المبارڪ سن ١٢٤٠ھ مطابق ٧ سيپٽمبر
١٨٢٤ع تي خدا کي پيارو ٿيو. لواري شريف ۾ مرشدن
جي پاڙي ۾ آرامي آهي. سندس فرزند، قاضي علي محمد
پنهنجي وقت جو وڏو عالم، فاضل ۽ مشهور خطاط هو.

قرآن پاڪ جي ڇپائيءَ تي "ٿيه" جي عنوان
سان هيٺين عبارت لکيل آهي:

معلوم هوءِ مڙني پڙهندڙن ۽ مطالعي ڪندڙن
تي ته هي قرآن مترجم مرادي نه، تحت لفظ
سبب هن جو (هي آهي) ته سنڌي جي ترڪيب
ڪلام عربي جي سين موافق نه آهي.

پوءِ جي تحت لفظي هئي ته هوند سمجهه
اڃاڻن کي تمام (اوکي) تڏهن مصنف مراد
ڪلام جي آندي ته سڀ ڪنهن خاص عام
کي سمجهڻ ۾ اچي.

پر تڏهن به جڏهن ڪلام آهه رب جو
(پيريل) رمزن سين تنهن کي سمجهڻ سواءِ گهڻي
علم جي گهڻو مشڪل آهي.

تڏهن جيڪي اڃاڻ آهن، سي استاد کان
پڙهي مطلب پروڙين (ڪنهن) پڙهڻ ۽ پڇڻ
۾ ڪي ميب نه آهي، بلڪ مرڪ ۽ عادت
نيڪن جي آهي، تنهن ڪري پڙهڻ جي ڪما
حقه سکي ياد ڪن."

# صورتخطي

(الف) انهيءَ زماني ۾ جيڪي مذهبي ڪتاب سنڌيءَ ۾ ڇاپيا ويندا هئا، انهن ۾ ڪيترين ئي جاين تي ٻن لفظن کي ملائي هڪ ڪري لکيو ويندو هو.

هن ڇپيل قرآن مجيد ۾ به سنڌس املا جون اهڙيون صورتون ملن ٿيون. ان مان نموني طور ڪجهه لفظ هيٺ ڏجن ٿا:

| اڳين صورتخطي | موجوده صورتخطي | اڳين صورتخطي | موجوده صورتخطي |
|---|---|---|---|
| آخرتجي | آخرت جي | سڀڪنهن | سڀ ڪنهن |
| آخرتمين | آخرت ۾ | شريڪنکي | شريڪن کي |
| آدمکي | آدم کي | قيامجي | قيام جي |
| انتي | ان تي | ڪنتا | ڪن ٿا |
| انجو | ان جو | مالجو | مال جو |
| انجيون | ان جون | ملڪنکي | ملڪن کي |
| انکي | ان کي | موتجي | موت جي |
| انمين | ان ۾ | مونکان | مون کان |
| تنکي | تن کي | ميثاقجو | ميثاق جو |
| جنجو | جن جو | نٿا | نہ ٿا |
| جهمين | جنهن ۾ | نٿو | نہ ٿو |
| ڇونتا | ڇون ٿا | نڪيو | نہ ڪيو |

| حقکي | حق کي | نموٽندا | نہ موٽندا |
|---|---|---|---|
| سڀکا | سڀ کا | يعقوبجا | يعقوب جا |

(ب)' مخدوم صاحب پنهنجي ترجمي ۾ لاڙي لهجو استعمال ڪيو آهي، انهيءَ ڪري ڪيترائي لفظ معياري لهجي کان مختلف نظر اچن ٿا.

نموني طور ڪجهہ لفظ هيٺ ڏجن ٿا:

| لاڙي لهجو | معياري لهجو | لاڙي لهجو | معياري لهجو |
|---|---|---|---|
| آپيارو | اپاريو(ظاهرڪيو | چٽل | چٽل |
| آنوٽ | اوهان وٽ | چيي | شيهي |
| آوه | اهي | ٽٽل | ڏنل |
| اهجا | اوهان جا | ڏينه | ڏينهن |
| ٻاني | ٻانهين | ڊجو | ڊڄو |
| ٻانهنجي | پنهنجي | ڪرهو | ڪريو |
| تڏه | تڏهن | ڪريهون | ڪريونہ |
| تہ | تنهن | ڪنا | وانگر |
| تهجو | تنهنجو | ڪٿو | ڪيو |
| تهڙو | تهڙو | اکيندا | ڪائيندا |
| ٿئو | ٿيو | ڪنگا | ڪونگا |
| ٻاهجن | پنهنجن | ماڙو | ماڻهو |
| ٻنچاڻا | پچاڻا | مل | ملهہ(قيمت) |

| | | | |
|---|---|---|---|
| جڏه | جڏهن | مهجو | منهنجو |
| جه | جنهن | مينه | مينهن |
| جهزو | جهڙو | نئو | نون(جهڪو) |
| جيڪڏه | جيڪڏهن | هميشاه | هميشه |

(ب) جنهن زماني ۾ هي قرآن مجيد ڇپيو، ان زماني ۾ موجوده صورتخطي تيار ٿي رواج ۾ اچي چڪي هئي. ان هوندي به مذهبي سنڌي ڪتاب قديم نوعيت واري عربي - سنڌي صورتخطيءَ ۾ ڇاپيا ويندا هئا.

هن قرآن مجيد جي ڇاپي ۾ به اهو حال نظر اچي ٿو. يعني "ڙ" کي به ٽن نقطن جي بجاءِ "ر" جي مٿان اڀا به نقطا ڏئي "ز" لکيو ويو آهي.

اهڙيءَ طرح پيون به ڪيترين ئي اختلافي صورتون نظر اچن ٿيون. نموني طور ڪجهه مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| اڳيون چيپل | موجوده رسم الخط | اڳيون چيپل | موجوده رسم الخط |
|---|---|---|---|
| آس | اسين | آنکي | اوهان کي |
| انگريون | آڱريون | اٿوءَ | آٿيو |
| اه | آهي | اهي | آهي |
| اهين | آهين | اهيو | آهيو |

| آ ء | ءِ | اءٗ | آءٗ |
|---|---|---|---|
| پانبپ | پانهپ | پوزا | پوڙا |
| پانڱو | پاڱو (حصو) | پنجن | پنجن |
| تنس | تن سين | پڇئاء | پڇيائين |
| ٽئو | ٽيو | پزدا | پردا |
| جهزو | جهڙو | جيارڏاء | جياريائين |
| جيڪ | جيڪي | جيني | جني |
| چاڻن | چاڻان | چاڻن | چاڻن |
| چاٺدز | چاٺدڙ | چاڙو | چاڙو |
| چياء | چيائين | چياءٗ | چيائون |
| چڏياء | چڏيائين | خلقئو | خلقئو |
| ڏسن | ڏسن | ڏکوئيندز | ڏکوئيندڙ |
| ڏيندز | ڏيندڙ | ڏيو | ڏيو |
| ڊجاريين | ڊيجارين | رنگ | رنگ |
| سڪئو | سڪيو | سيڪارؤء | سيڪاريو |
| سيڪارئا | سيڪاريا | شڪرانون | شڪرانو |
| ڪتابن | ڪتابن | ڪجوزيند | ڪجوڙيندين |
| ڪرؤ | ڪريو | ڪوز | ڪوڙ |
| ڪڪر | ڪڪر | ڪندز | ڪندڙ |
| ڪوئئو | ڪوئيو | ڪئاء | ڪيائون |
| ڪيڻيءَ | ڪيڻن | گڏجن | گڏجن |
| گڏو | گڏيو | گوز | گوڙ |
| مٺئو | مٺيو | مؤل | مٺل |
| مين | م | وجه | وڄ |
| هتا | هتان | هوا | هٿا (هوا) |

# نثري سٽا

آخوند صاحب جي هن قرآن مجيد جي ترجمي کان اڳ، سنڌي نثر لکڻ جو رواج ڪونه هو. سنڌيءَ ۾ مذهبي، علمي ۽ تاريخي ڪتاب ضرور لکيا ويندا هئا، پر اهي نثري سٽا جي بدران "الف اشباع" جي نظم سٽا ۾ لکيا ويندا هئا.

هي ٻهربون پيرو هو، جو آخوند مرحوم قرآن مجيد جو ترجمو نثري سٽا ۾ ڪيو. جيئن ته "تحت للفظ" ترجمو ڪيو اٿس، انهيءَ ڪري سنڌي نثر، سنڌي زبان جي بنيادي سٽا موجب نه آهي.

اهو ئي سبب آهي، جو سنڌي ترجمي ۾ "فعل" جملي يا فقري جي پوبان اچڻ جي بدران گهڻي قدر وچ ۾ اچي ٿو.

اهڙيءَ ريت اسمن، ضميرن ۽ حرفن جي بيهڪ به اهڙي سهڻي نموني نه آهي، جيئن سنڌي گرامر موجب اچڻ گهرجي.

بهرحال هن ترجمي ذريعي سنڌي نثر لکڻ جو رواج پيو ۽ ڪيتري وقت تائين سنڌي عالم اهڙي نموني سنڌي نثر لکندا رهيا.

انگريزن جي اچڻ کان پوءِ "سنڌي صورتخطي" ٺهي، سنڌي زبان تعليم جو ذريعو بڻي ۽ سنڌي نثر لکڻ جو باقاعده رواج پيو.

ان هوندي به مذهبي ڪتاب آخوند عزيزالله جي

طرز واري سنڌي نثر ۾ لکجندا رهيا.

اهوئي سبب آهي، جو هن قرآن مجيد جي ڇاپيندڙ جيتوڻيڪ انگريزن جي دور ۾ قرآن مجيد ڇاپيو آهي، ان هوندي به آخوند صاحب جي طرز تي ۽ انهيءَ نثري سٽا ۾ اشاعتي نوٽ لکيو اٿس.

هن هيٺ آخوند صاحب جي ترجمي مان "نثري سٽا" جا نمونا ڏجن ٿا:

| آخوند عزيز الله جي نثري سٽا | سنڌي گرامر جي سٽا موجب اهو جملو هن ريت بيهندو |
|---|---|
| ١- ۽ ان لاءِ آهي عذاب ڏکوئيندڙ سببان نه وسهڻ انجي. | ١- ۽ انهن لاءِ هن ڪري دردناڪ عذاب آهي جو ايمان نه آندائون. |
| ٢- ۽ جڏهن چون انکي ته م فساد ڪرؤ زمين مين، ته چونٿا ته نه اهيو اسين مگر خيرخواهه | ٢- ۽ جڏهن انهن کي چيو وڃي ٿو ته ملڪ ۾ فساد نه وجهو، ته چون ٿا ته اسين ته سڌارو ڪندڙ ئي آهيون. |
| ٣- ڄاڻ ته تحقيق اوهه فساد ڪندڙ اهين، ۽ پر نٿا ڄاڻن اوهه | ٣- هوشيار رهو، اهي ئي فسادي آهن، پر نه ٿا سمجهن. |

٤- ۽ جه وقت چون انکي
ته ايمان آڻوءَ جيئنيءَ
ايمان آندو مومنن، چونتا
ته ڪه ايمان اڻيهون
جيئنيءَ ايمان آندو پورن
هوءَ تحقيق، اوهه پورا
اهين پـــر نتا ڄاڻن
پورائي پانهجيءِ.

٤- ۽ جڏهن انهن کي چيو
وڃي ٿو ته ايمان آڻيو
جيئن (ٻين) ماڻهن ايمان
آندو آهي، چون ٿا ڇا
اسين ايمان آڻيون جيئن
بيوقوفن ايمان آندو
آهي؟ هوشيار رهو، اهي
ڏي بيوقوف آهن، پر نه
ٿا سمجهن (ڄاڻن)

٥- اي مارونا بانپ ڪرؤ
رب اهجي کي جه خلقئو
انکي ۽ تنکي جي هوا
کنا مهندا هجي اميد
اه پرهيز ڪرهو.

٥- اي انسانـــو! پنهنجي
اپـاڻهار جـي عبادت
ڪريو، جيڪي اوهان
۽ اوهان کان اڳوارن کي
پيدا ڪيو آهـي. من
اوهين پرهيزگار ٿيو

٦- ۽ خبر ڏي مؤمنن کي
جن عمل ڪئا صالح
تحقيق ان لاءِ بهشت
اهين جاري هوندا کنا
هيٺ انجي چشمان جڏه
اکيندا کنا ان ميون
طعام ڪي چوندا هيءُ
طعام ڪاڏوسون اڳي

٦- ۽ انهن کي خوشخبري
ٻڌاءِ جن ايمان آندو ۽
چڱا ڪم ڪيا ته انهن
لاءِ باغ آهن جن جي
هيٺان واهه وهن ٿا جڏهن
به انهن مان ڪو ميوو
انهن کـي کائڻ لاءِ
ڏنو ويندو ته چوندا ته

جهڙو ۽ هوندو رنگ
۽ چاشني مين مشابه ۽
مؤمنن لاءِ منجهه ان
حـ ورون پاڪيزيون
هونديون ۽ اوءِ منجهه
ان هميشاه هوندا.

هي ۽ آهي جيڪو اڳي
اسان کي ڏنو ويو هو
۽ انهن کي اهو (ميوو
شڪل ۾) هڪجهڙائي ۾
وانگر ڏسبو، ۽ انهن لاءِ
انهن ۾ پاڪ زالون آهن
۽ اهي انتي ئي پيا رهندا.

۷- او الله سو اهي خلقتاءِ
واسطي اهڙـي جيڪ
منجهه زمين سيوئي پوءِ
برابر ٿيو طرف آسمان
جي پوءِ جوڙي ڪنا ۽
انکي ست آسمان ۽ او
ساڻ مرن تولن چاڻندز
اهه.

۷- هو اهو آهي جنهن جو
ڪجهه زمين ۾ آهي،
سو سڀ اوهان لاءِ پيدا
ڪيو، وري آسمان ڏي
توجه ڪيائين، پوءِ
انهن کي برابر ڪري
ست آسمان بڻايائين،
۽ هـو سڀ ڪنهن
شيءِ کي ڄاڻندڙ آهي.

۸- ۽ سيکاڻا الله ادمکي
نالا توڪن جا سيوئي
پـوءِ پيڇتاءِ ملڪـن
کنا، پوءِ چيو خدا خبر
ڏو مونکي نالن هن
توڪن جيڪڏه اهيو سچا

۸- ۽ آدم کي سڀني شين جا
نالا سيکاريائين پوءِ انهن
کي ملائڪن جي سامهون
آندائين، پوءِ فرمايائين
ته انهن جا نالا مون
کي ٻڌايو، جيڪڏهن
اوهين سچا آهيو.

٩- چيو ملڪن پاڪئي
اهو توکي ناهه خبر
اسانکي مگر تهجي
جيڪ سيکارو اسانکي
تحقيق تون هي عالم
دانا اهين.

٩- انهن چيو تہ تون پاڪ
آهين، جيڪي تو اسان
کي سيکاريو تنهن
کان سواء اسان کي
ڪا خبر نہ آهي. بيشڪ
تون ئي (سڀڪجھہ)
ڄاڻندڙ حڪمت وارو
آهين.

١٠- ۽ چيو اسان، اي ادم
ساڪن ٿي تون ۽
عورت تهجي منجهہ
جنت ۽ کاو ڪنا ان
ڪشادو جتا گهرو، ۽
ڪيم اوڏا ونڄجاه اه
ٿئي وڻ کيهن جيکي
پوه هوندا ڪنا ظالمين

١٠- ۽ اسان چيو تہ اي آدم
تون ۽ تنهنجي زال
جنت ۾ رهو ۽ ان مان
جتان اوهان کي وڻي
اتان مزي سان کائو
۽ هن وڻ کي ويجها
نہ ٿيو، نہ تہ ظالمن مان
ٿيندو.

---

قرآن پاڪ جي آخر ۾ ڇاپيندڙ طرفان ”اشتهار واجب الاظهار“ جي عنوان سان نوٽ ڏنل آهي، جنهن جي رسم الخط پڻ ساڳي آهي.

لاڙ جو لال

# مولانا حاجي احمد ملاح

[ ١٨٧٧ع — ١٩٦٩ع ]

سچ آهـي، ته ”ذات تـي ذات ناهي، جو وهي سو لهي.“

الله پاڪ نهايت مهربان ۽ ٻاجهارو آهي. هو جنهن کان به جيڪو ڪم وٺي گهري، ته بيشڪ اها سندس حڪمت عملي، دانائي ۽ ڪارسازي آهي.

سنڌي زبان ۾ قرآن پاڪ جو منظـوم ترجمو به خير سان ٿيو آهي. انهيءَ لاءِ لاڙ جو لال، مولانا حاجي احمد ملاح مبارڪن جو مستحق آهي. انهيءَ لحاظ کان پڻ سندس نالو وڏي اهميت رکي ٿو.

هن بي بدل جيد عالم جو هيءَ مثالـي ڪارنامو، عظيم ۽ لا فاني آهي، سندس ولادت تعلقي بدين جـي ڳوٺ ڪنڊي ۾، تاريخ ٢٧ ربيع الاخـر ١٢٩٤ھ مطابق ١١ فيبروري ١٨٧٧ع تي ٿي. سندس والد جو نالو نانگـو هو.

ڳوٺ جي دستور موجب، ننڍپڻ ۾ مال چاريندڙ هو. سمجهه پوڻ سان علم طرف رغبت رکيائين. انهيءَ سلسلي ۾، حافظ عبدالله صاحب منڌري جي مڪتب ۾ داخل ٿيو.

ڪجهه وقت بدين ۽ سجاول جي مدرسن ۾ به مٿيون پڙهندي، علم جي اڃ اجهايائين. پوءِ پڳڙا ميمڻ ۾، آخوند محمد هاشم ڪڇيءَ جي ڪتابخاني مان عربي فارسي ۽ ڪجهه سنڌي ڪتاب پڙهي پختو ٿيو. آخر گهڙي نانگي شاهه مدرسي مان فارغ التحصيل ٿي، مولانا خير محمد مگسيءَ جي هٿن سان دستار فضيلت ٻڌائين.

ان کان پوءِ نور محمد منڌري، لاکي پير، ٻهڊميءَ ۽ ڪولي منڌري ۾ درس و تدريس جو ڪجهه وقت تائين مشغلو جاري رکيائين.

جلد ئي بدين ۾ مظهر العلوم نالي علحده مدرسو جوڙائي، ١٩٣٢ع تائين باقاعدي دين جو درس ڏيندو رهيو.

سال ١٩٤٢ع ۾ سني وهابي تصادم سببان، درگاه شاهه قادريءَ جي سجاده نشين، پير عالي شاهه کي منتظمي حوالي ڪري، غريب آباد (بدين) ۾ هڪ ٻيو مدرسو قائم ڪيائين. اڄ هي مدرسو ”مسلم اسڪول غريب آباد“ جي نالي سان سڏجي ٿو.

مولانا صاحب جي ننڍپڻ کان ئي موزون طبعت هئي، جنهن ڪري مولائيءَ سان شعر چوڻ شروع ڪيائين.

ڀيرين مهاڀاري لڙائيءَ کان پوءِ سنڌ ۾ ”خلافت تحريڪ“ ۽ ”قطع تعلقات تحريڪ“ ۾ ڀرپور ڀاڱو ورتائين.

تقرير توڙي تحرير ۾ شاعريءَ کي بهترين وسيلو بڻايائين. حتيٰ ڪ جيل جا دروازا به پاڻ تي بند ڪرايائين. هڪ اصول پرست سياستدان جي حيثيت ۾ پڇاڙيءَ تائين سرگرم رهيو.

دين جي سربلنديءَ جو سدائين اونو رکيائين. حالانڪ حق جي راهہ ۾، سندس مخالفت چوٽ چڙهيل هئي. تنهن هوندي به وحدانيت ۽ سنت نبوي صلي الله عليه وسلم ۾ پختو يقين رکي، هرگز پٺتي نہ پيو.

بدعت، شرڪ ۽ قبر پرستيءَ لاءِ به سندس قلم، تلوار جو ڪم ڏنو. ”لواريءَ واري مصنوعي حج“ بابت پڻ آواز اٿاريائين. سال ١٩٥٣ع ۾ حج بيت الله شريف جي سعادت به نصيب ٿيس.

پاڻ ڪڏهن به قول جو ڪچو نہ ٿيو ۽ هميشه ڀلائيءَ کي ٻن وجهي، شرعي حڪمن جي تبليغ جو ڪم ڪندو رهيو.

آخر ڀيانوي سالن جي طويل ڄمار ۾، ٧ شعبان ١٣٨٩ھ مطابق ١٩ جولاءِ ١٩٦٩ع تي بدين ۾ رحلت ڪيائين. ڪيس معصومن جي مقام ۾ جاءِ ملي. عبدالرحمان عبيد الله ۽ عبدالرحيم سندس نرينہ اولاد هئا.

مولانا احمد ملاح هونئن تہ گهڻا ئي ڪتاب قلمبند ڪيا، جن ۾ معرفت الله (١٩٣٦ع)، شرڪ ڇٽ عرفہ

هيڪڙائي حق (١٩٥١ع)، گلزار احمد (١٩٥٧)، فتح لواري (١٩٥٨)، گلشن احمد (١٩٥٩)، بياض احمد (١٩٦٤)، پيغام احمد (١٩٦٥)، غزليات احمد (١٩٦٩)، ديوان احمد (١٩٧٤)، ۽ نور القرآن (١٩٧٧ع) ڇپيل ڪتابن کان علاوه اسرار الاهي (ٽيهه اکري) ۽ پاره عم (بيتن ۾) پڻ شامل آهن.

## نور القرآن

سنڌس بي بها لا زوال ڪارنامو آهي، جنهن تي ڏهه ورهيه لڳاتار عرق ريزي ٿيل آهي. جيتوڻيڪ ترجمو آڳاٽي سنڌيءَ ۾، تنهن هوندي به ٻولي سهڪ، سوادي ۽ صاف سٿري آهي ۽ منجهس استعارا، تشبيهون ۽ جابجا معنوي صنعتون پڻ نروار نظر اچن ٿيون. خاص ڪري نج سنڌي لفظ استعمال ڪرڻ سان نظم ۾ اصليت جو عنصر ملي ٿو.

ازان سواءِ نظمي جوڙجڪ (سٽا) اهڙي نه سادي ۽ عمدي انداز ۾ آهي، جو پختگيءَ سان گڏ عام ماڻهو به آسانيءَ سان استفادو حاصل ڪري سگهي ٿو. ڪچين ڦڪين ترڪيبن ۽ غير فصيح ۽ من گهڙت لفظن کان سنڌس زبان آزاد آهي، جنهن ڪري زياده دل نشين ۽ وڻندڙ نظم لڳي ٿو.

ويهين صديءَ ۾ هي پهريون سنڌي شاعر آهي، جنهن قرآن پاڪ جو مڪمل طرح منظوم ترجمو ڪيو آهي.

کيس سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ سان بيحد محبت هئي، انهيءَ ڪري تجربي، ذات ۽ مطالعي جي روشنيءَ ۾ هوريان هوريان هي ڪم اڳتي ڪندو رهيو. جيئن ته سندس تعلق لاڙ سان هيو، انهيءَ ڪري ٻوليءَ ۾ لاڙي لهجو پڻ استعمال ٿيل آهي. ڪٿي ڪٿي پراڻا ۽ دقيق لفظ به آندا اٿس، جيڪي اڄ ڇڏيل آهن، مگر پڙهڻ ۾ ڪا به اٽڪ نه ٿا وجهن.

ڪيترن عربي لفظن جا نج سنڌي نعم البدل به جوڙيائين. مفهوم ۽ سٽا کي برقرار رکڻ لاءِ ڪٿي ڪٿي وري لفظن جون اسمي حالتون ۽ فعلي صورتون به منجهيل ڇاڻايل آهن. ته به مولانا ملاح جو هي نظم گهڻي قدر سلجهيل ۽ انيڪ خوبين سان سرشار آهي، جنهن ڪري دلڪشي، رس، رچاءُ، رواني ۽ لطافت پڻ جججهي انداز ۾ منجهس موجود آهي.

”بسم الله الرحمان الرحيم“ قرآن مجيد جو منڍ آهي. مولانا مرحوم انهن لفظن جي معنيٰ، علمي بصيرت وسيلي ڪيترن قسمن ۾ ادا ڪئي آهي، جهڙوڪ:

اول نام الله جو، جو ڏيندڙ ڏيهه ساري،
ڏيئي نه ٻچاري، مڙنيان مهربان گهڻو.

............

اول نام الله جو، جو ڏيهن جو ڏاتار،
ڏيئي نه ٻچاري پار، مڙنيان مهربان گهڻو.

............

ـام الله جــو، برڪت بــي شمار،
ڏيهن جو ڏاتار، سو سڀاجهو ڄڻين پرين.

............

اول نام الله جــو، برڪت سان ڀرپور،
جو ڏيئي نه پڇاري پور، سخي سڀاجهو گهڻو.

منجهس اها به وڏي خوبي نمايان ٿئي ٿي، ته هر آيت ڪريما جي، ترجمي وقت ساڳئي لهجي ۾ بيان ڪيو اٿس. سورة الرحمان مان شروعاتي نمونو هيٺ ملاحظه فرمايو:

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ
اَلرَّحْمٰنُ ۝
عَلَّمَ الْقُرْاٰنَ ۝
خَلَقَ الْاِنْسَانَ ۝
عَلَّمَهُ الْبَيَانَ ۝
اَلشَّمْسُ وَالْقَمَرُ بِحُسْبَانٍ ۝
وَّالنَّجْمُ وَالشَّجَرُ
يَسْجُدَانِ ۝
وَالسَّمَآءَ رَفَعَهَا
وَوَضَعَ الْمِيْزَانَ ۝
اَلَّا تَطْغَوْا فِى
الْمِيْزَانِ ۝
وَاَقِيْمُوا الْوَزْنَ بِالْقِسْطِ

اول نام ڌڻي ڏيان،
سخي سڀاجهو سبحان.
ڏاتار ڏيهن کي ڏيندڙ ڏان،
قــادر سيکاريو قــرآن،
عجب آپايــو تنهن انسان،
خوب سيکاريس باب بيــان،
سج، چنڊ به، حساب سان هران،
وليــون، اوپــر عاليشان،
سيئي سجــدو ڪــن سبحان،
اڀــنو ســارو آســمان،
ڪيس مٿاهــون مهربــان،
۽ رکيو ساهميءَ کي سلطان،
تان مور نه منجهيو منجهه ميزان،
۽ توريو عــدل ساڻ عيان،

هي ڪتاب عمرالدين بيدار پاران، فاضل پريس مان ڇپائي،
سنڌي اڪيڊمي، اڪبر روڊ، ڪراچي-١، کان پڌرو ڪيو ويو

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ”اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهو بِہ ڪُـوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَــنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهنـدڙ يا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سگھـن ٿـا. بيـن لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَــنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جـي مـدد ڪَــرڻ جــي اُصــولَ هيــٺ ڏي وَٺُ ڪنــدا ۽ غيرتجــارتي -non commercial رهنــدا. پَنَــن پــاران ڪتــابن ڪــي ڊِجيِٽــائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪـوشش نہ ڪـئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪـم ڪـرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪـمائي سگھي ٿـو تـہ ڀلي ڪـمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجھہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجھہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالھہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلھہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ ٻڌ ڪان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ٻاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)